# سنڌي ادب جو جائزو

گهڻ انتخابي سوال، معروضي سوال ۽ انهن جا جواب،

ليڪچرار شپ جي تحريري ۽ زباني امتحانن لاءِ

سي ايس ايس، پي سي ايس، ايم اي سنڌي


سهيڙيندڙ

**سيما ابڙو**





ڇپائيندڙ

**ڪاٺياواڙ اسٽور**

**اُردو بازار ڪراچي**

# سنڌي ادب جو جائزو

سهيڙيندڙ

**سيما ابڙو**

ڇپائيندڙ

**ڪاٺياواڙ اسٽور**
**اُردو بازار ڪراچي**

سنڌي ادب جو مختصر جائزو


| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | سنڌي ادب جو مختصر جائزو |
| سميڙيندڙ: | سيما ابڙو |
| ڪمپوزنگ: | جمال چانڊيو_ 03212072889 |
| ٽائيٽل ۽ لي آئوٽ: | |
| ڪتابن جو ڳاڻيٽو: | ١٠٠٠ |
| ڇاپو: | پهريون، آڪٽوبر ٢٠١٨ع |
| ڇپيندڙ: | |
| ڇپائيندڙ: | ڪاٺياواڙ اسٽور، اُردو بازار ڪراچي |
| مُلهه: | 490 رُپيا |

| | |
|---|---|
| *Book Name:* | Sindhi Adab jo Mukhtasir Jaizo |
| *Written by:* | Seema Abro |
| *Composing:* | **Mehran Media Services, Karachi (03212072889)** |
| *Printed by:* | |
| *Title & Layout:* | |
| *Quantity:* | 1000 |
| *Edition:* | *First, October 2018* |
| *Published by:* | Kathiyawar Store, Urdu Bazar Karachi |
| *Price:* | 490/= |

# انتساب

هيءُ ڪتاب سنڌي ادب جو مُختصر جائزو
مان پنهنجي شريڪِ حيات
عبدالڪريم آزاد سميجو
۽ ٻن ننڍڙن ٻَچڙن
جون عليءَ ۽ عون علي سميجو
سان منسوب ڪريان ٿي
جيڪي مُنهنجي ڪُل ڪائنات آهن!

**سيماً ابڙو**

# ستاءُ

# پيش لفظ

سنڌي ٻولي تمام گهڻي قديم ۽ وسيع آهي. سنڌي ادب نثر توڙي نظم پڻ تمام قديم دور کان وٺي لکيو ۽ پڙهيو وڃي ٿو. سنڌي ادب جي هر صنف تي هن وقت ڪيترا ئي اديب طبع آزمائي ڪري پاڻ کي مڃرائيندا رهيا آهن. انهن ۾ افسانا نگار، ناول نويس، ڊرامي نگار، سفرناما لکندڙ، تحقيق ۽ تنقيد ڪندڙ، لوڪ ادب ۽ ڪلاسيڪي ادب لکندڙ عالم، اديب ۽ شاعر موجود آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ گهڻائي ڪتاب لکجندا ۽ شايع ٿيندا رهن ٿا. انهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته سنڌي ٻولي قائم ۽ دائم آهي ۽ انشاءَ الله تعاليٰ تاقيامت زنده رهندي.

هن وقت تائين سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب ۾ تمام وڏا شاعر ۽ ليکڪ پنهنجين لکڻين تي عبور حاصل ڪندا رهيا آهن پر اهو ڏٺو ويو آهي ته تمام گهٽ تعداد ۾ اهڙن اديبن جو اولاد سندن نقشِ قدم تي هلي سندن نالو روشن ڪري ٿو. انهن خوش نصيب ليکڪن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو هڪ اهم ليکڪ، ناول نگار، قبول ابڙو به آهي؛ جنهن جي تربيت جو اثر سندس سپاجهيءَ ۽ سلڇڻيءَ ڌيءَ سيما ابڙو تي به رهيو آهي ۽ هوءَ به پنهنجي بابا وانگر هڪ سٺي اديبا طور ڪم ڪري رهي آهي ۽ هن وقت ادب ۾ پاڻ کي مڃرائي رهي آهي.

سيما ابڙو سنڌي ادب ۾ ايم اي پاس ڪري سنڌي شعبي، فيڊرل اُردو يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار طور پنهنجا فرض انجام ڏئي رهي آهي. هوءَ هڪ سٺي ليکڪا، افسانا نگار، مقالي نگار، شاعرا، تحقيق ۽ تنقيد ڪندڙ آهي. هن وقت هوءَ

## سنڌي ادب جو مختصر جائزو

پنهنجي اُستاد ڊاڪٽر عنايت حُسين لغاريءَ جي رهنمائيءَ ۾ "سنڌي ٻوليءَ جي لهجن جو تقابلي جائزو" موضوع تي پي ايچ ـ ڊي پڙهه ڪري رهي آهي.

سيما ابڙو سان مُنهنجي مُلاقات سنڌي شعبي، فيڊرل اُردو يونيورسٽيءَ ۾ ٿي. آئون سنڌي شعبي جي بورڊ آف اسٽڊيز جي ميمبر آهيان. انهيءَ سلسلي ۾ ميٽنگس اٽينڊ ڪرڻ لاءِ وڃڻ ٿيندو آهي. هوءَ تڏهن شازيا پتافي صاحبا سان گڏ اُتي موجُود هُوندي هُئي. حالانڪي هُوءَ ميمبر نہ ڪانہ هُئي پر تڏهن بہ سڀ ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊرائيندي هُئي. سيما جيئن تہ هڪ پڙهيل لکيل خاندان سان واسطو رکندڙ آهي، پنهنجي پيءَ وانگر هر ڪنهن کي عزت ڏيندڙ، جيءَ ۾ جاءِ ڏيندڙ نياڻي آهي پر ساڳئي وقت پڙهڻ پڙهائڻ سان گڏ لکڻ جو شوق بہ گهڻو اٿس. هُن شاعري بہ ڪئي آهي تہ افسانا بہ لکيا آهن. تخليق سان گڏ تحقيق جي ڪم کي بہ جاري رکندي پئي اچي. سندس لکڻيون مُختلف رسالن ۾ شايع ٿينديون رهن ٿيون ۽ انهن کي پسند بہ ڪيو ويو ٿو. هن وقت بہ سندس ڪهاڻين جو مجمُوعو "خواب ۽ حقيقت" شايع ٿي چُڪو آهي تہ هيءَ سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻيون ڪتاب بہ اوهان جي هٿن ۾ آهي.

اڄ اتفاق سان آئون جڏهن هي لکي رهي آهيان تہ 8 مارچ عورتن جو عالمي ڏينهن ملهايو پيو وڃي ۽ سيما هڪ عورت جو هيءَ نئون ڪتاب بہ تيار ٿي چُڪو آهي. آئون سيما کي هن نئين ڪتاب جي ڇپجڻ تي مُبارڪ باد ڏيان ٿي ۽ خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ اسان جي سنڌي عورت ايتري محنتي ۽ جفاڪش آهي جو هوءَ پڙهي بہ ٿي، پڙهائي بہ ٿي يعني هڪ سُٺي اُستاد جي حيثيت ۾ فرض شناس بہ آهي تہ پنهنجي گهر کي بہ سنڀالي ٿي. ٻارن جي هڪ سُٺي ماءُ وانگر تربيت بہ ڪري ٿي. مائٽن سان، دوستن، اُستادن، شاگردن، اديبن، ليکڪن سان رشتا بہ

نباهي ٿي ۽ هڪ وڏو جاکوڙي ڪم يعني تحقيق پي ايڇ _ ڊي مُجي يا هن قسم جا ڪتاب هُجن لکندي رهي ٿي. مُون کي اهو احساس آهي تہ اهي سڀئي فرض هڪ ئي وقت ۾ انجام ڏيڻ ڪيترا نہ مُشڪل آهن. اهي سڀ ڪم اسان جي سنڌ جي نياڻي ڪري رهي آهي.

هي سيما ابڙو جو هڪ بهترين ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب خاص طور تي سنڌي ادب ۾ ايم اي، سي ايس ايس يا بي ايس سي ڪندڙ شاگردن يا ڪنهن کي نوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ Entry Test يا ڪو خاص امتحان ڏيڻ لاءِ هي اهم ڪتاب آهي؛ جيڪو هُن ڪيترا ئي ڪتاب پڙهي، اُنهن مان سُوال تلاش ڪري، چُونڊي، ترتيب ڏئي انهن جا جواب بہ لکيا آهن. هن سيني صنفن مان ڪنهن جا سئو، ڪنهن جا ٢٠٠ ۽ ڪنهن جا ٣٠٠ کن ايم سي ڪيوز گڏ ڪري هڪ ئي ڪتاب ۾ ڇپرائي، پڙهندڙن لاءِ راهہ هموار ڪئي آهي. هيءُ ڪتاب هڪ ميوي دار وڻ وانگر آهي؛ جنهن جو ٻوٽو پوکيندڙ پاڻ ميوو ڪونہ کائيندو آهي پر ٻين لاءِ ڇپر ڇانو ۽ ميوو تيار ڪندو آهي. حالانڪي ميوي دار وڻ کي ماڻهو پٿر، لٺيون وغيرهہ هڻي ميوو حاصل ڪندا آهن ۽ انهن جو مزو چکندا آهن پر هُو سدائين سائو ستابو هُوندو آهي. سيما حالانڪي هينئر اهڙيءَ منزل تي پهتل آهي جنهن کي نہ ڪڏهن ڪا جاب لاءِ يا ٻئي ڪنهن مقصد لاءِ انٽري ٽيسٽ ڏيڻي آهي. اگر هوءَ پنهنجي مفاد جو سوچي ها تہ پهريان پنهنجي پي ايڇ _ ڊي مُڪمل ڪري فائدا حاصل ڪري ها پر هن سنڌي قوم جي ٻارن، شاگردن ۽ اُستادن جي خدمت ڪرڻ خاطر اهم ادبي پورهيو ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب انهيءَ سلسلي جي پهرين ڪڙي آهي. انشاءَ الله تعاليٰ اڳتي بہ انهيءَ محنت کي جاري رکندي.

سيما هن ڪتاب "سنڌي ادب جو مختصر جائزو" ۾ ناولن، ڊرامن، افسانن،

لوڪ ادب، سفرناما، آتم ڪهاڻيون، سوانح عمريون، لطيفيات کان علاوه سنڌي ٻوليءَ جي عالمن، اديبن، شاعرن، ليکڪن، تحقيق، تخليق ۽ تنقيد ڪندڙن وغيرهه جي ادبي پورهئي، پيدائش، وفات، سنڌي ادب جي دورن ۽ ڪتابن وغيرهه بابت سوال جواب هڪ ئي هنڌ ڏنا آهن. هن ڪتاب جو مطالعو ڪرڻ سان اهو فائدو ٿيندو ته شاگردن کي گهڻا ڪتاب پڙهڻ لاءِ خريد ڪرڻا يا لائبريرين جا چڪر ڪاٽڻا نه پوندا. انهن جو وقت به بچندو ۽ ناڻو به!

اُميد آهي ته توهان سيني پڙهندڙن کي هيءُ ڪتاب پسند ايندو ۽ فائدو به پهچائيندو. مُنهنجي دُعا آهي ته رب ڪريم سيما جي قلم ۾ اها قوت ڏيندو جو هوءَ گهڻي کان گهڻا ڪتاب لکي، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي خدمت ڪندي رهندي. (آمين!)

آئون سيما ابڙو جي بيحد شڪر گذار آهيان. خُدا کيس هر وِڪ تي ڪامياب ڪري! سدائين گڏ.

**پروفيسر ڊاڪٽر نُور افروز خواجا**

**اٺين مارچ ٢٠١٨ع**

# ڪتاب بابت

سنڌي ادب جو ڪاٿو ڪڍڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهه ناهي. هيءُ هڪ اٿاهه سمنڊ مثل آهي. انهيءَ ۾ جيترو اونهائيءَ ۾ وڃبو اوترو عقل دنگ رهجي وڃي ٿو. عقل ۽ شعور جا دروازا کُلندا ويندا آهن. مون هن ڪتاب کي لکڻ کان اڳ سنڌي ادب جي مختلف ڪتابن جو غور سان مطالعو ڪيو. انهن مان گهڻا ڪتاب معياري هُئا ته ڪجهه ڪتابن ۾ ڪا نه ڪا گهٽتائي به نظر پئي آئي. انهيءَ گهٽتائيءَ کي مان يقينن پُورو ته نه ڪري سگهنديس پر هڪ ننڍڙي ڪوشش ضرور ڪئي اٿم. اوچتي مُنهنجي ذهن ۾ اها ڳالهه سُجهي آئي ته ڇو نه سنڌي ادب جي هر هڪ صنف جو عليحدا عليحدا جائزو پيش ڪجي ته جيئن پڙهندڙ هڪ ئي ڪُوزي مان لاڀ پرائي سگهن ۽ وٿ پڪڙ کان بچي سگهن. مون انهيءَ مقصد کي سامهون رکي مُقابلي جي امتحانن جهڙوڪ سي ايس ايس، پي سي ايس ۽ ايم اي وغيره لاءِ هيءُ ڪتاب تيار ڪيو آهي.

هِن ڪتاب ۾ مون ايم اي جي بُنيادي مضمُونن کي نظر ۾ رکي ايم سي ڪيوز تيار ڪيا آهن. هر هڪ صنف جا ١٠٠ سوال جوڙيا اٿم ۽ ڪن خاص صنفن جا ٢٠٠ يا ٣٠٠ به ٿي ويا آهن. لکڻ کان پوءِ اندازو ٿيندو رهيو ته هر هڪ صنف جو ايترو تعداد تمام گهٽ آهي. سوال تمام گهڻا هُئا پر انهن کي هڪ ئي ڪتاب ۾ پيش ڪرڻ تمام ڏکيو آهي پر ڪجهه خاص سوالن کي قلم بند ڪيو ويو آهي، جيڪي مُقابلي جي امتحانن لاءِ ضروري آهن. هِن ڪتاب لکڻ جو مقصد اهو به آهي ته شاگرد ڪنهن به قسم جي مُونجهاري جو شڪار نه ٿين. عام طور تي ٿيندو اهو آهي ته ضرورت آهر شاگرد توڙي پڙهندڙ مُختلف لائبريرين ڏانهن ڊوڙندا آهن ۽

سوين ڪتابن کي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. نتيجي ۾ هو پنهنجو پئسو ۽ وقت ضايع ڪرڻ کان به ڪونه ڪيٻائيندا آهن. انهن جو وڏو مقصد صرف امتحان ۾ ڪاميابي ماڻڻ هوندو آهي جڏهن ته مون شاگردن تورڙي پڙهندڙن جي قيمتي وقت ۽ پيسي جي بچاءَ جو سوچي هيءَ ڪتاب جوڙڻ جي ننڍڙي ڪوشش ڪئي آهي؛ جنهن ۾ اڃان به گهڻين شين جي ضرورت آهي؛ جيڪا اڳتي هلي پوري ڪئي ويندي. هيءَ منهنجي هڪ ننڍڙي ڪاوش ۽ ڪوشش آهي جيڪا شل اوهان تائين صاب پوي.

ڪنهن به لکڻيءَ جي ماپ تور هڪ شئي پڙهندڙ وٽان ٿي سگهندي آهي. اڳتي اهو مان اوهان تي ٿي ڇڏيان ته هن ڪتاب ۾ ڪنهن به قسم جي ڪوتاهي ۽ گهٽتائي نظر اچي ته ڄاڻ ڏيندا ڇا ڪاڻ ته مان به اڃان ادب جي شاگردياڻي آهيان. مون کي به اڃان سِکڻو آهي.

مُنهنجي هيءَ ننڍڙي ڪوشش اوهان جي هٿن ۾ آهي. آئون اوهان تي ٿي ڇڏيان ته اوهان جي قيمتي راءِ يا آگاهي مون لاءِ اڳتي وِک کڻڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي. آخر ۾ مان تمام گهڻي ٿورائتي آهيان پنهنجي سٽ جي ۽ سائڻ ڊاڪٽر نور افروز خواجا صاحبا جن جي جنهن جي قلم مُنهنجي قلم کي قوّت بخشي ۽ مانُ ڏنو ۽ مان ٿورائتي آهيان پنهنجي اُستاد ۽ مُحسن ڊاڪٽر عنايت حُسين لغاري صاحب جن جي ۽ ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو صاحب جي جنهن مون کي سدائين هر وِک تي اڳتي وَڌڻ جو گس ڏيکاريو آهي. لک ٿورا.

١٣هين مارچ ٢٠١٨ع

سيما ابڙو
ليڪچرار، سنڌي شعبو
وفاقي اُردو يونيورسٽي ڪراچي

# شاعرن ۽ اديبن جو تعارف

1. محمد عُثمان ڏيپلائي ڪهڙي سن ۾ ڄائو؟

(الف) ١٩٠٦ع (ب) ١٩٠٧ع

(ج) ١٩٠٨ع (د) ١٩٠٩ع

2. محمد عُثمان ڏيپلائيءَ جو تخلص ڪهڙو هو؟

(الف) جوڳي (ب) شائق (ج) غريب (د) فاني

3. لُطف الله بدويءَ جو تخلص ڇا هو؟

(الف) جوڳي (ب) گوهر (ج) فقير (د) بدوي

4. مرزا اجمل بيگ جي والد جو نالو ڇا هو؟

(الف) مرزا فريدون بيگ (ب) مرزا نادر بيگ

(ج) مرزا قليچ بيگ (د) مرزا اعجاز بيگ

5. مرزا اجمل بيگ جو تخلص ڇا هو؟

(الف) ناصر (ب) بيگ (ج) فاضل (د) رئيس

6. ڪيئل داس فانيءَ جي ڄمڻ ۽ مرڻ جو سن ڇا آهي؟

(الف) ١٩١٣ع_١٩٩٢ع (ب) ١٩١٤ع_١٩٩٥ع

(ج) ١٩١٥ع_١٩٩٦ع (د) ١٩١٦ع_١٩٩٧ع

7. ڪيئل داس فاني ڪهڙي شهر جو هو؟

(الف) سکر (ب) حيدرآباد

(ج) لاڙڪاڻو (د) شڪارپور

8. رحيم داد جو ادبي نالو ڪهڙو هو؟

(الف) فيض (ب) شير محمد

(ج) مولائي شيدائي (د) ڪوڪب

9. محمد ابراهيم جوئي جو پورو نالو ڇا هو؟

(الف) محمد ابراهيم حيدرآبادي (ب) محمد ابراهيم خان جويو

(ج) محمد ابراهيم سنائي (د) محمد ابراهيم فيض

10. غُلام مُرتضيٰ سيد جو ادبي نالو ڇا هو؟

(الف) ايم خان سيد (ب) خان محمد سيد

(ج) جي ايم سيد (د) غُلام محمد خان

11. غُلام مُرتضيٰ سيد جي جنم جو هنڌ ڪهڙو آهي؟

(الف) ڄام شورو (ب) بدين

(ج) ڳوٺ سن اڳوڻو ضلعو دادو (د) ٺٽو

12. آمنا چنا جو ادبي نالو ڇا آهي؟

(الف) آمنا حُسين (ب) آمنا پنهور

(ج) آمنا خميساڻي (د) آمنا انصاري

13. پروفيسر علي نواز جتوئيءَ جي ادب ۾ شهرت جو سبب ڪهڙو آهي؟

(الف) تاريخ، تنقيد (ب) ناول، ڊرامو

(ج) تحقيق، لسانيات (د) مضمون نگاري

14. الله بخش عُقيليءَ جو تخلص ڇا هو؟

(الف) رحيم (ب) بخش (ج) عُقيلي (د) سرشار

15. ڊاڪٽر محمد ابراهيم جو تخلص ڪهڙو هو؟

(الف) خليل (ب) احسن (ج) دادا (د) جوڳي

16. علامہ غُلام مُصطفيٰ قاسميءَ جو لقب ڪهڙو هو؟

(الف) شمس العُلماءُ (ب) قاسمي

(ج) عالمن جو سج (د) سرشار

17. ڊاڪٽر حميدا کُهڙو ڪهڙي شهر سان لاڳاپيل هُئي؟

(الف) جيڪب آباد (ب) نواب شاهہ

(ج) لاڙڪاڻو (د) شڪارپور

18. پير حسام الدين راشديءَ جي ادب ۾ شهرت جو سبب ڪهڙو آهي؟

(الف) تحقيق ۽ تاريخ (ب) ناول نگاري

(ج) تحقيق ۽ تنقيد (د) افسانا نويسي

19. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي والد جو نالو ڇا هو؟

(الف) علي محمد خان (ب) مُحب لغاري

(ج) علي محمد لغاري (د) غُلام قادر لغاري

20. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو ڪهڙي شهر ۾ ڄائو؟

(الف) لاڙڪاڻو (ب) حيدرآباد

(ج) دادو (د) گهوٽڪي

21. ڪريم بخش ميمڻ جو تخلص ڪهڙو هو؟

(الف) خالد (ب) عامر (ج) زاهد (د) طاهر

22. ڊاڪٽر غُلام علي الانا جي ڄمڻ جي تاريخ ڪهڙي آهي؟

(الف) ١٥هين مارچ ١٩٠٩ع (ب) ١٦هين مارچ ١٩١٠ع

(ج) ١٦هين مارچ ١٩٢٠ع (د) ١٥هين مارچ ١٩٣٠ع

23. ڊاڪٽر غُلام علي الانا جي ڄمڻ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟

(الف) ڳڙهي ياسين (ب) نوشهرو فيروز

(ج) تڙ خواجا، ضلعو ٺٽو (د) بدين

24. شيخ عبدالرزاق ڪهڙي شهر سان تعلق رکندو هو؟

(الف) گهوٽڪي (ب) سکر

(ج) هالانوان (د) جيڪب آباد

25. شيخ عبدالرزاق جو تخلص ڇا هو؟

(الف) شيخ (ب) قاضي (ج) راز (د) طالب

26. محمد سومار شيخ جي ڄم ۽ وفات جو سن ڇا آهي؟

(الف) ١٩٣٤ع_١٩٨٦ع (ب) ١٩٣٥ع_١٩٨٦ع

(ج) ١٩٣٦ع_١٩٨٦ع (د) ١٩٣٧_١٩٨٦ع

27. مولانا غُلام محمد جو تخلص ڇا هو؟

(الف) خان (ب) مصرائٽي

(ج) گرامي (د) مئو

28. مخدوم محمد زمان ڪٿان جو هيو؟

(الف) لاڙڪاڻو (ب) نواب شاهه

(ج) مٽي (د) هالانوان

29. محبُوب علي چنا جي جمڻ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟

(الف) عُمر ڪوٽ (ب) ڳڙهي ياسين

(ج) سيوهڻ (د) ميهڙ

30. مولوي احمد ملاح جو وڏو ڪارنامو ڪهڙو آهي؟

(الف) قُرآن شريف جو منظوم ترجمو

(ب) ديني مدرسو جوڙڻ (ج) ۱۰۰ ڪن ڪتاب لکڻ

(د) ڪو به نه

31. حيدر بخش جتوئيءَ جو لقب ڪهڙو هو؟

(الف) اثر (ب) مُبارڪ علي

(ج) باباءِ سنڌ (د) حامي

32. ڊاڪٽر عطا محمد سوهو ڪٿان جو هو؟

(الف) ڳڙهي ياسين ضلعو شڪارپور (ب) سکر

(ج) ديهہ سوهو ضلعو خيرپور (د) ڏوڪري

33. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(الف) ۱۹۷۰ع (ب) ۱۹۷۱ع

(ج) ۱۹۷۲ع (د) ۱۹۷۳ع

34. عبدالڪريم لاشاري ڪڏهن ڄائو؟

(الف) ۱۸۹۹ع (ب) ۱۹۰۰ع

(ج) ۱۹۰۱ع (د) ۱۹۰۲ع

35. عبدالڪريم لاشاريءَ جو تخلص ڇا هو؟

(الف) بيوس (ب) جتوئي

(ج) گدائي (د) سودائي

36. هري دلگير جو پورو نالو ڇا هو؟

(الف) هري دريان دلگير (ب) هري گرڏنو درياڻي

(ج) ديوان هري (د) هري درياڻي

37. نارائڻ شيام جو اصل نالو ڇا هو؟

(الف) ديوان نارائڻ (ب) نارائڻ داس

(ج) نارائڻ داس (د) ناگواڻي

38. نارائڻ داس جو تخلص ٻڌايو!

(الف) شام (ب) شيام (ج) شاد (د) بدوي

39. اُستاد بخاريءَ جو اصل نالو ڇا هو؟

(الف) سيد حاجن شاهه (ب) مبارڪ علي

(ج) احمد شاهه بخاري (د) گل حسن

40. اُستاد بخاري ڪٿان جو هو؟

(الف) گھوٽڪي (ب) سکر

(ج) دادو (د) ميهڙ

41. شيخ اياز جو اصل نالو ڇا هو؟

(الف) غلام حسين شيخ (ب) احمد شاهه بخاري

(ج) مبارڪ علي شيخ (د) حاجن شاهه بخاري

42. شيخ اياز ڪڏهن وفات ڪئي؟

(الف) ١٩٩٧ع (ب) ١٩٩٨ع

(ج) ١٩٩٩ع (د) ٢٠٠٠ع

43. تنوير عباسيءَ جو اصل نالو ڇا هو؟

(الف) گُل حسن عباسي (ب) نُور نبي عباسي

(ج) ممتاز عباسي (د) سحر عباسي

44. تنوير عباسي ڪٿان جو هو؟

(الف) خيرپور (ب) لاڙڪاڻو

(ج) شڪارپور (د) حيدرآباد

45. رسُول بخش پليجو ڪٿي ڄائو؟

(الف) ميهڙ (ب) مِٺي (ج) ٺٽو (د) بدين

46. رسُول بخش پليجي جو ڌنڌو ڇڏايو؟

(الف) اُستاد (ب) وَڪالت ۽ سياست

(ج) ڊاڪٽر (د) انجنيئر

47. رسُول بخش پليجي جُون ادب ۾ ڪُل ڪيترين تصنيفون آهن؟

(الف) ١٥ کان مٿي (ب) ٢٠ کان مٿي

(ج) ٢٥ کان مٿي (د) ٣٠ کان مٿي

48. شمشيرالحيدريءَ جي والد جو نالو ڇا هو؟

(الف) علي پليجو (ب) سيد حاجن شاه

(ج) امام ڏنو خواجا (د) گُل حسن عباسي

49. شمشيرالحيدري اصل ڪٿان جو هو؟

(الف) سوڍيو ديرو (ب) هالا پراڻا

(ج) ميرپور ماٿيلو (د) بدين

50. امداد حُسينيءَ جو اصل نالو ڇا آهي؟

(الف) امداد بيگ (ب) امداد عباسي

(ج) سيد امداد علي شاهه (د) مدد علي سنڌي

51. امداد حُسينيءَ جو ادبي نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) حُسيني ۽ سانوَل (ب) غريب

(ج) اثر (د) جوڳي

52. نسيم کرل جو پورو نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) نسيم اثر (ب) نسيم احمد کرل

(ج) نسيم ڪنوَل (د) نسيم گُل

53. نسيم کرل جي ادب ۾ ڪهڙي سڃاڻپ آهي؟

(الف) ڪهاڻيڪار (ب) ناول نگار

(ج) ڊراما نويس (د) مضمون نويس

54. جمال ابڙي جو پورو نالو ڇا آهي؟

(الف) علي خان ابڙو (ب) جمال الدين ابڙو

(ج) جمال خان ابڙو (د) قبول ابڙو

55. جمال ابڙي جي ادب ۾ وجهه شهرت ڪهڙي آهي؟

(الف) ناول نويس (ب) ڊراما نويس

(ج) جديد ڪهاڻيڪار (د) مضمون نويس

56. نجم عباسيءَ جو پورو نالو ڇا هيو؟

(الف) نسيم کرل (ب) ڊاڪٽر نجم خان عباسي

(ج) الطاف شيخ (د) ڊاڪٽر نجم الدين عباسي

57. نجم عباسيءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(الف) ١٩٩٤ع (ب) ١٩٩٥ع

(ج) ١٩٩٦ع (د) ١٩٩٧ع

58. الطاف شيخ اصل ڪٿان جو آهي؟

(الف) هالا نوان (ب) دادو

(ج) پنو عاقل (د) ٽنڊو ڄام

59. الطاف شيخ جو ادب ۾ شهرت جو وڏو سبب ڪهڙو آهي؟

(الف) سفرناما (ب) ناول (ج) ڊراما (د) افسانا

60. بشير موريانيءَ جو پورو نالو ڇا آهي؟

(الف) بشير خان مورياڻي (ب) بشير داد مورياڻي

(ج) بشير احمد مورياڻي (د) بشير محمد مورياڻي

61. ڪرشن کٽواڻيءَ جو پورو نالو ٻڌايو؟

(الف) ڪرشن راز کٽواڻي (ب) ڪرشن عيدن داس کٽواڻي

(ج) ڪرشن ڪومل کٽواڻي (د) ڪرشن رام کٽواڻي

62. نياز همايونيءَ جو اصل نالو ڇا هيو؟

(الف) علي نواز جتوئي (ب) الله بخش عُقيلي

(ج) مشتاق احمد ميمڻ (د) احمد علي چانڊيو

63. نياز همايوني اصل ڪٿان جو هو؟

(الف) هالا (ب) لاڙڪاڻو

(ج) شڪارپور (د) دادو

64. راز ٻلڙائيءَ جو اصل نالو ڇا هيو؟

(الف) عبدالصمد (ب) عبدالباري

(ج) عبدالحسيب (د) عبداللطيف

65. سيد حافظ شاهه حُسينيءَ جو تخلص ڇا هيو؟

(الف) احسن (ب) مُبارڪ علي (ج) فدا (د) ناطق

66. حافظ شاهه حُسيني ڪٿان جو هو؟

(الف) سکر (ب) تکڙ (ج) ٺٽو (د) حيدرآباد

67. محمد بخش جوهر جو تخلص ڇا هو؟

(الف) جوهر سِڪايل (ب) جوهر ٻڪايل

(ج) جوهر اُجايل (د) جوهر سَتايل

68. محمد بخش جوهر جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) تاريخي ناول (ب) سياسي ناول

(ج) جاسوسي ناول (د) سماجي ناول

69. فضل احمد بچاڻي اصل ڪٿان جو هو؟

(الف) سانگھڙ (ب) ملي (ج) ٽنڊو الهيار (د) ميهڙ

70. سيد نياز علي شاهه جو ادبي نالو ڇا هيو؟

(الف) اصغر شاهه (ب) انوَر علي

(ج) احمد شاهه (د) محسن ڪڪڙائي

71. منصُور ويراڳيءَ جو اصل نالو ڇا هو؟

(الف) جان محمد ابڙو (ب) قبُول ابڙو

(ج) پرويز ابڙو (د) عبدالرئوف ابڙو

72. گوبند مالهي ڪڏهن ڄائو؟

(الف) ١٩١٩ع (ب) ١٩٢٠ع

(ج) ١٩٢١ع (د) ١٩٢٢ع

73. هري موٽواڻي 'سنڌيءَ' جو جنم استان ڪهڙو آهي؟

(الف) نوشهرو فيروز (ب) جيڪب آباد

(ج) نواب شاهه (د) لاڙڪاڻو

74. ڪِيرت ٻاٻاڻيءَ جو جنم ڪڏهن ٿيو؟

(الف) ٻي جنوري ١٩٢١ع (ب) ٽين جنوري ١٩٢٢ع

(ج) چوٿين جنوري ١٩٢٣ع (د) پنجين جنوري ١٩٢٤ع

75. موهن بولچند لالا جو ادبي نالو ڇا هُيو؟

(الف) موهن ڪلپنا (ب) پرڪاش

(ج) موٽواڻي (د) پشپ

76. موهن ڪلپنا ڪٿي ڄائو؟

(الف) لاڙڪاڻو (ب) حيدرآباد

(ج) ڪوٽڙي (د) ٺٽو

77. ولي رام ولڀ جو جنم ڪٿي ٿيو؟

(الف) مٺي (ب) ڇاڇرو (ج) مورو (د) ٽارو شاهه

78. پرواني پٺيءَ جو اصل نالو ٻڌايو؟

(الف) گل محمد خان (ب) محمد خان

(ج) ميرو خان (د) قيصر خان

79. محمد اسماعيل غرسانيءَ جو تخلص ڪهڙو هيو؟

(الف) غريب (ب) گرامي (ج) جوڳي (د) فدا

80. منشي ابراهيم جو اصل نالو ڇا هيو؟

(الف) احمد ابراهيم شومرو (ب) محمد ابراهيم شومرو

(ج) محمد اسحاق شومرو (د) نصير شومرو

81. منشي ابراهيم جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) انقلابي شاعر (ب) رومانوي شاعر

(ج) قومي ۽ عوامي شاعر (د) سماجي شاعر

82. ممتاز مرزا جو اصل نالو ڇا هو؟

(الف) احسن ڪربلائي (ب) توسل حُسين

(ج) مرزا گل حسن (د) تعمير حُسين

83. تاج بلوچ جي ادبي سڃاڻپ ٻڌايو؟

(الف) افسانا نويس شاعر (ب) ڊراما نويس، شاعر

(ج) ناول نگار، شاعر (د) نقاد، شاعر

84. نثار بزميءَ جو اصل نالو ڪهڙو هو؟

(الف) قلندر بخش جُوڻيجو (ب) احمد شاهه بُخاري

(ج) مُبارڪ علي (د) توسل حسين

85. محمد صديق جو اصل نالو ٻڌايو؟

(الف) فتاح ملڪ (ب) پروانو ڀٽي

(ج) سرويچ سجاولي (د) خميسو خان

86. تاجل بيوس جو اصل نالو ڇا آهي؟

(الف) تاج محمد سمون (ب) محمد رمضان سمون

(ج) محمد جعفر سمون (د) خُدا ڏنو سمون

87. ڊاڪٽر اياز حُسين قادريءَ جو ادبي نالو ٻڌايو؟

(الف) فقير ميان غُلام سروَر (ب) اياز قادري

(ج) خادم حُسين (د) محمد مُوسيٰ

88. ڊاڪٽر اياز قادري ڪٿان جو هو؟

(الف) سکر (ب) حيدرآباد

(ج) لاڙڪاڻو (د) شڪارپور

89. قاضي خادم جو اصل نالو ٻڌايو؟

(الف) محمد لائق قريشي (ب) نصير حُسين قريشي

(ج) اياز حُسين قريشي (د) خادم حُسين قريشي

90. آغا خالد سليم جو ادبي نالو ڇا آهي؟

(الف) آغا عبدالڪريم خان (ب) آغا سليم

(ج) آغا فيض (د) آغا رفيق

91. قاضي فيض محمد اصل ڪٿان جو هو؟

(الف) هالاڻي (ب) عُمرڪوٽ

(ج) ملي (د) ڇاڇرو

92. غُلام نبي مُغل جي ڄمڻ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟

(الف) حيدرآباد (ب) نوشهرو فيروز

(ج) دادو (د) سکر

93. سراج الحق ميمڻ جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(الف) غُلام حُسين (ب) نبي بخش

(ج) محمد يعقُوب ميمڻ (د) سليم ميمڻ

94. قبُول ابڙي جي ڄمڻ جو هنڌ ٻڌايو؟

(الف) گمبٽ خيرپور ميرس (ب) ڳڙهي ياسين شڪارپور

(ج) گدڙو تر (د) عمر ڪوٽ

95. قبُول ابڙي جي ادبي سُڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) ناول، افسانا (ب) تنقيد، ناول

(ج) ڊراما، مضمُون (د) صحافت، تنقيد

96. قمر شهباز جو اصل نالو ڇا هُيو؟

(الف) قاسم ٻگهيو (ب) قمرالدين ٻگهيو

(ج) بشير ٻگهيو (د) محمد مقبُول ٻگهيو

97. عبدالحميد ميمڻ جو ادبي نالو ڇا آهي؟

(الف) قاضي عبدالغني (ب) قاضي فيض محمد

(ج) محمد اسماعيل ميمڻ (د) حميد سنڌي

98. امر جليل جو اصل نالو ٻڌايو؟

(الف) قاضي عبدالغني (ب) قاضي عبدالجليل

(ج) قاضي فيض محمد (د) قاضي جليل

99. نُورالهُدا شاهه جي ڄمڻ جو سال ڪهڙو آهي؟

(الف) ٢٢هين جُولاءِ ١٩٥٨ع (ب) ٢٢هين جُولاءِ ١٩٥٩ع

(ج) ٢٢هين جُولاءِ ١٩٦٠ع (د) ٢٢هين جُولاءِ ١٩٦١ع

100. علي بابا جو پُورو نالو ٻڌايو؟

(الف) رمضان بلوچ (ب) علي بابا بلوچ

(ج) علي محمد بلوچ (د) علي حيدر بلوچ

101. بيدل مسرُور جو اصل نالو ٻڌايو؟

(الف) فقير غُلام علي مسرُور (ب) رمضان لاشاري

(ج) غُلام حُسين (د) بيدل بخش بدوي

102. سوڀي گيان چنداڻيءَ جي ڄمڻ جي تاريخ ڪهڙي آهي؟

(الف) ٽين مئي ١٩٠٩ع (ب) ٽين مئي ١٩١٠ع

(ج) ٽين مئي ١٩٢٠ع (د) ٽين مئي ١٩٣٠ع

103. شيخ حفيظ جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(الف) حفيظ احمد شيخ (ب) شيخ مُبارڪ علي

(ج) عبدالرسُول شيخ (د) عبدالله شيخ

104. شيخ حفيظ جو پُورو نالو ڇا هو؟

(الف) حفيظ احمد شيخ (ب) عبدالرسُول شيخ

(ج) جاويد شيخ (د) سليم شيخ

105. عبدالله شيخ جو ادبي نالو ٻڌايو؟

(الف) قادر بخش شيخ (ب) ع ق شيخ

(ج) احمد علي شيخ (د) ع الف شيخ

106. ابن حيات پنهور جو اصل نالو ڇا هو؟

(الف) احمد پنهوَر (ب) مقبُول پنهوَر

(ج) قمرالدين پنهوَر (د) يار محمد پنهوَر

107. سيد اشرف علي شاهه جو ادبي نالو ڪهڙو هو؟

(الف) طارق جميل اشرف (ب) طارق احمد اشرف

(ج) طارق اشرف (د) طارق محمد اشرف

108. طارق اشرف ڪهڙي ماهوار رسالي جو ايڊيٽر هو؟

(الف) شمع (ب) پيغام (ج) سُورمي (د) پوپٽ

109. علي احمد بروهيءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(الف) ٢٠٠١ع (ب) ٢٠٠٢ع (ج) ٢٠٠٣ع (د) ٢٠٠۴ع

110. مُنير احمد مانڪ جو ادبي نالو ڇا هو؟

(الف) مُحمد ادريس ميمڻ (ب) مدد علي سنڌي

(ج) نظير احمد (د) مانڪ سنڌي

111. ڊاڪٽر عبدالقادر جُوڻيجي جو تخلص ڪهڙو آهي؟

(الف) صبا (ب) هدي (ج) شام (د) مُريد

112. ڊاڪٽر عبدالجبار جُوڻيجو ڪِٿي ڄائو؟

(الف) اروڙ (ب) اوباوڙو (ج) بدين (د) ٺٽو

113. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفُور سنڌي ڪٿان جو هو؟

(الف) لاڙڪاڻو (ب) سکر

(ج) شڪارپور (د) حيدرآباد

114. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌيءَ جي پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع ڪهڙو آهي؟

(الف) اسان جا اديب ۽ اسان جا شاعر

(ب) سنڌي سئو سپوت

(ج) ١٩ هينءَ صديءَ جا نثر نويس

(د) سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

115. ڊاڪٽر عبدالجبار جُوڻيجي جي پي ايڇ _ ڊيءَ جو موضوع ڪهڙو آهي؟

(الف) مائوءَ جي مُلڪ ۾ (ب) سنڌي شاعريءَ تي فارسيءَ جو اثر

(ج) ڪنزاللطيف (د) سڄڻ نت سوجهرو

116. ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي جو تخلص ڪهڙو هو؟

(الف) سارنگ (ب) سانوَل (ج) عاصم (د) جمال

117. ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي جي ادبي سُڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) نقاد، تعليمدان (ب) نقاد، افسانا نويس

(ج) نقاد، شاعر (د) نقاد، مُحقق

118. ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي جي پي ايڇ _ ڊيءَ جو موضوع ڪهڙو آهي؟

(الف) سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج

(ب) ادب جا فڪري مُحرڪ

(ج) چند وديا (د) تنقيدُون

119. بادام ناتوان ڪٿي جي هُئي؟

(الف) شڪارپور (ب) روهڙي

(ج) سکر (د) ڪراچي

120. بادام ناتوان جي سنڌي ادب ۾ خاص سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) مضمون نويس (ب) افسانا نويس

(ج) خاتون اوّل ناول نگار (د) ڊراما لکڻي

121. ثميرا زرين جو اصل نالو ڇا هو؟

(الف) سڪينا اعواڻ (ب) مهتاب محبوب

(ج) بادام ناتوان (د) نُور شاهين

122. سنڌي ادب ۾ خاتونِ اول ڪهاڻيڪارا ڪير آهي؟

(الف) مهتاب محبوب (ب) سحر امداد

(ج) نُورالهُدا شاهه (د) ثميرا زرين

123. خيرالنساءِ جعفريءَ جو ادبي نالو ڇا آهي؟

(الف) خيران (ب) خيرڻ (ج) خيرُو (د) خيرالنساءِ

124. مهتاب محبوب جو اصل نالو ڇا آهي؟

(الف) مهتاب ڪنوَل (ب) مهتاب راشدي

(ج) مهتاب عباسي (د) مهتاب نُور

125. سنڌي ادب ۾ خاتونِ اول شاعرا ڪير هُئي؟ نالو ٻڌايو!

(الف) سحر امداد (ب) سيما عباسي

(ج) نُور شاهين (د) نُور افروز خواجا

126. سحر امداد جي سنڌي ادب ۾ ڪهڙي سڃاڻپ آهي؟

(الف) شاعري، ڪهاڻيڪارا (ب) شاعري، ڊراما نويس

(ج) شاعري، نقاد (د) شاعري، تعليمدان

127. ڊاڪٽر نُور افروز خواجہ اصل ڪٿان جي آهي؟

(الف) دادو (ب) ڪراچي (ج) حيدرآباد (د) بدين

128. ڊاڪٽر نُور افروز خواجا جي سنڌي ادب ۾ ڪهڙي سڃاڻپ آهي؟

(الف) تنقيد، افسانا نويس (ب) تنقيد، ناول نگار

(ج) تنقيد، تعليمدان (د) تنقيد، تحقيق

129. ڊاڪٽر نُور افروز خواجا جي پي ايڇ _ ڊيءَ جو موضُوع ڪهڙو آهي؟

(الف) ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر

(ب) لاڙ جي تاريخ (ج) پائي پٽ ڪٿا (د) هيلوڪو وري آ

130. ڊاڪٽر خورشيد بيگم عباسيءَ جي پي ايڇ ڊيءَ جو موضُوع ڪهڙو آهي؟

(الف) شيخ اياز جي شاعريءَ جو تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو

(ب) لوڪ گيتن جو تحقيقي جائزو

(ج) سنڌي شاعريءَ ۾ ترقي پسند لاڙا

(د) امداد حُسينيءَ جي شاعريءَ جو تحقيقي جائزو

131. ڊاڪٽر فهميدا حُسين ميمڻ جو ادبي نالو ٻڌايو؟

(الف) ناهيد ميمڻ (ب) روبينا ميمڻ

(ج) تسنيم ميمڻ (د) فاطما ميمڻ

132. ڊاڪٽر فهميدا حُسين ميمڻ جي پي ايڇ _ ڊيءَ جو موضُوع ڪهڙو آهي؟

(الف) شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو رُوپ

(ب) ادبي تنقيد فن ۽ تاريخ

(ج) هوائن جي آڌار تي (د) دُنيا جُون شاعر عورتون

133. نذير ناز جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) شاعري، ڊراما (ب) شاعري، ناول

(ج) شاعري، ڪهاڻيون (د) شاعري مضمون

134. وفا ناٿن شاهيءَ جو اصل نالو ٻڌايو؟

(الف) غُلام رسُول سولنگي (ب) مُشتاق علي قُريشي

(ج) عبدالڪريم پلي (د) خيرات علي قُريشي

135. وفا ناٿن شاهيءَ جي ادبي سُڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) شاعري (ب) افسانا (ج) مضمُون (د) ڊراما

136. غُلام رسُول سولنگيءَ جو تخلص ڪهڙو آهي؟

(الف) وفا ناٿن شاهي (ب) آغا شاهين

(ج) آثم ناٿن شاهي (د) الله بخش

137. عبدالڪريم پَليءَ جي ادبي سُڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) مضمُون (ب) خاڪا (ج) شاعري (د) ناول

138. حبيب الله صديقيءَ جي سُڃاڻپ ٻڌايو؟

(الف) نقاد، شاعر (ب) شاعر، ماهرِ تعليم

(ج) ڊراما، شاعر (د) مضمُون، ناول

139. عبدالمجيد چانڊيئي جو تخلص ڪهڙو آهي؟

(الف) مدد علي سنڌي (ب) حبيب الله سنڌي

(ج) سرڪش سنڌي (د) محبُوب علي سنڌي

140. ڊاڪٽر سُليمان شيخ ڪٿان جو آهي؟

(الف) دادو (ب) هالا (ج) سانگهڙ (د) مٺي

141. يوسف شاهين جو اصل نالو ڇا هو؟

(الف) محمد يوسف دائود پوٽو (ب) آغا شاهين

(ج) نُور شاهين (د) الله بخش

142. خميسي خان جو تخلص ڪهڙو آهي؟

(الف) تاج جويو (ب) داد جويو

(ج) حاجي جويو (د) خاڪي جويو

143. راشد مورائيءَ جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) انقلابي شاعر (ب) رومانوي شاعر

(ج) عوامي شاعر (د) سُونهن ۽ قوم جو شاعر

144. ممتاز مهر جي ادبي سڃاڻپ ڇا هئي؟

(الف) مضمُون نويسي (ب) نقاد، ڪهاڻيڪار

(ج) ڊراما نويسي (د) ناول نگاري

145. علي محمد ميمڻ جو تخلص ڇا هو؟

(الف) ممتاز (ب) انوَر

(ج) پرويز (د) رسُول بخش

146. انوَر پيرزادي جي جنم جو هنڌ ڇا هو؟

(الف) ڏوڪري (ب) سکر (ج) ڪراچي (د) ڪنڊ ڪوٽ

147. عطا محمد ڀنڀرو ڪڏهن ڄائو؟

(الف) پهرين مئي ١٩٣٧ع (ب) پهرين جُون ١٩٣٧ع

(ج) پهرين جنوري ١٩٣٧ع (د) پهرين فيبروري ١٩٣٧ع

148. مدد علي سنڌي اصل ڪٿان جو آهي؟

(الف) سکر (ب) حيدرآباد (ج) مِٺي (د) ميهڙ

149. انعام شيخ جي ادبي سُڃاڻپ ٻڌايو؟

(الف) ناول، مضمُون نگار (ب) ڪهاڻيون، مضمُون نگار

(ج) نقاد، مضمُون نگار (د) مُترجم، مضمُون نگار

150. سيد اسد الله شاهه جو ادبي نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) بيخُود حُسيني (ب) تاج حُسيني

(ج) امداد حُسيني (د) امر حُسيني

151. بيخُود حُسينيءَ جي ادبي سُڃاڻپ ٻڌايو؟

(الف) شاعر، مُحقق (ب) شاعري، ناول

(ج) شاعري، مضمُون (د) شاعري، افسانا

152. ڊاڪٽر دُر محمد پٺاڻ جي پي ايڇ ڊي ءَ جو موضُوع ڇا آهي؟

(الف) تنقيدي جائزو آئينو اولڙو (ب) اسان جا اديب

(ج) ڪراچي ضلعي جو علم و ادب ۾ حصو

(د) تحقيقي ادب ۾ ماحول

153. ڪريم بخش شومري جو ادبي نالو ڇا آهي؟

(الف) شاد (ب) دادا سنڌي

(ج) تاج سنڌي (د) محمد قاسم شومرو

154. "تاج پور جي لغاري خاندان جون علمي خدمتون" ڪنهن جي پي ايچ _ ڊيءِ جو موضوع آهي؟

(الف) ڊاڪٽر دُر محمد پٺاڻ (ب) ڊاڪٽر عبدالجبار جُوڻيجو

(ج) ڊاڪٽر عبدالجبار لغاري (د) ڊاڪٽر بشير احمد شاد

**155. هدايت پريم جو اصل نالو ڇا آهي؟**

**(الف) آخُوند عزيزالله (ب) نعمت الله آخُوند**

**(ج) عبدالڪريم آخُوند (د) هدايت الله آخُوند**

**156. هدايت پريم جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟**

**(الف) مُحقق، ماهرِ لسانيات (ب) مُحقق، نقاد**

**(ج) مُحقق، مُرتب (د) مُحقق، مُترجم**

**157. ڊاڪٽر نواز عليءَ جو ادبي نالو ڪهڙو آهي؟**

**(الف) شوق (ب) شاد (ج) جوڳي (د) غريب**

**158. ڊاڪٽر نواز علي شوق جي ڄمڻ جي تاريخ ڪهڙي آهي؟**

**(الف) پهرين جُولاءِ ١٩٤٠ع (ب) ٻي جُولاءِ ١٩٤٠ع**

**(ج) ٽين جُولاءِ ١٩٤٠ع (د) چوٿين جُولاءِ ١٩٤٠ع**

**159. سُليمان محمد علي خان جماليءَ جو ادبي نالو ٻڌايو؟**

**(الف) فتاح بلوچ (ب) شير محمد بلوچ**

**(ج) دودو بلوچ (د) بادل جمالي**

**160. عبدالغفار ٻٽي جو ادبي نالو ڇا آهي؟**

**(الف) عبدالغفار تبسم (ب) عبدالغفار سومرو**

**(ج) ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو (د) عبدالغفار دودو**

161. عبدالغفار تبسم جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) مذهبي شاعر (ب) رومانوي شاعر

(ج) عوامي شاعر (د) قومي شاعر

162. اياز علي دَل جو ادبي نالو ڇا آهي؟

(الف) شيخ اياز (ب) اياز جاني

(ج) اياز گل (د) رجب علي دَل

163. اياز گُل ڪٿان جو آهي؟

(الف) لاڙڪاڻو (ب) گهوٽڪي (ج) شڪارپور (د) سکر

164. ڊاڪٽر عبدالڪريم سومري جو ادبي نالو ٻڌايو؟

(الف) ادل سومرو (ب) دادا سومرو

(ج) شاد علي سومرو (د) ناز سومرو

165. ادل سومري جي پي ايچ _ ڊيءَ جو موضوع ڪهڙو آهي؟

(الف) آچر جا احوال (ب) اسين مسافر پيار جا

(ج) سنڌي ادبي سنگت: تاريخ ۽ ڪردار

(د) سمنڊ جاڳي ٿو

166. نصير مرزا جو اصل نالو ڇا آهي؟

(الف) ممتاز مرزا (ب) اعجاز مرزا

(ج) نصير علي بيگ مرزا (د) فريدون بيگ مرزو

167. نصير مرزا جي ڄمڻ جي تاريخ ڪهڙي آهي؟

(الف) ٢٠هين جُولاءِ ١٩٥٦ع (ب) ٢١هين جُولاءِ ١٩٥٦ع

(ج) ٢٢هين جُولاءِ ١٩٥٦ع (د) ٢٣هين جُولاءِ ١٩٥٦ع

168. ڊاڪٽر ذُوالفقار سيال جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) مضمون نويس (ب) افسانا نويس

(ج) نقاد (د) شاعر

169. بدر ابڙي جي والد صاحب جو نالو ڇا هو؟

(الف) پرويز ابڙو (ب) محبُوب ابڙو

(ج) قبُول ابڙو (د) جمال ابڙو

170. "الوَحيد جو سنڌي صحافت، سياست ۽ علم و ادب ۾ حصو" ڪنهن جو پي ايچ ـ ڊي مقالو آهي؟

(الف) ڊاڪٽر خان محمد پنهوَر (ب) عامر سيال

(ج) محمد يعقُوب پنهوَر (د) ڊاڪٽر ذُوالفقار سيال

171. عبدالڪريم سميجي جو ادبي نالو ڇُڏايو؟

(الف) شاد (ب) شوق (ج) آزاد (د) گُل

172. عبدالڪريم 'آزاد' سميجو جي ادبي سُڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) مُحقق، نقاد (ب) مُحقق، شاعر

(ج) مُحقق، افسانا نويس (د) مُحقق، ناول نگار

173. آفتاب ابڙي جو اصل نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) بدر ابڙو (ب) قبُول ابڙو

(ج) حافظ سعدالله ابڙو (د) عبدالله ابڙو

174. آفتاب ابڙو اصل ڪٿان جو آهي؟

(الف) لاڙڪاڻو (ب) سکر

(ج) مٺي (د) عمر ڪوٽ

175. عنايت بلوچ جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) شاعري، سفرناما (ب) ناول نگاري

(ج) ڊراما نگاري (د) مضمون نويسي

176. پرويز ابڙي جي والد صاحب جو نالو ٻڌايو؟

(الف) جمال ابڙو (ب) بدر ابڙو

(ج) آفتاب ابڙو (د) قبول ابڙو

177. پرويز ابڙو جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) ڊراما نويسي (ب) نقاد

(ج) ناول نگاري (د) سفرناما

178. ڊاڪٽر غُلام حيدر ٻرڙي جو ادبي نالو ٻڌايو؟

(الف) علي مُراد سنڌي (ب) غُلام رسُول

(ج) حيدر بخش جتوئي (د) حيدر سنڌي

179. حيدر سنڌيءَ جي ڄمڻ جي تاريخ ڪهڙي آهي؟

(الف) ١٥هين آڪٽوبر ١٩٤٥ع (ب) ١٦هين آڪٽوبر ١٩٤٥ع

(ج) ١٧هين آڪٽوبر ١٩٤٥ع (د) ١٨هين آڪٽوبر ١٩٤٥ع

180. مقصُود گل جو ادبي نالو ڇا هيو؟

(الف) قاضي فيض محمد (ب) قاضي مقصُود حيات

(ج) قاضي گُل محمد (د) قاضي اياز

181. بدرالدين اُڄڻ جو ادبي نالو ٻڌايو؟

(الف) گُل محمد اُڄڻ (ب) بخشل اُڄڻ

(ج) بدر اُڄڻ (د) نادر اُڄڻ

182. بدر اُجڻ جي پي ايچ _ ڊيءَ جو موضوع ڇا آهي؟

(الف) اندر جي اُجل (ب) ٽي ايس ايليٽ فن ۽ شخصيت

(ج) سنڌي ادب ۾ تنقيد نگاري (د) ٽي ايس ايليٽ جا ڊراما

183. وسيم شومري جو اصل نالو ٻڌايو؟

(الف) محمد جان (ب) محمد خان

(ج) محمد حسن شومرو (د) نصير شومرو

184. وسيم شومري جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) ڊراما، مضمون (ب) محقق

(ج) شاعر، مضمون (د) نقاد

185. نورالدين سَرڪيءَ جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) محقق، مترجم (ب) محقق، نقاد

(ج) ڊراما نويس (د) افسانا نويس

186. طارق عالَم ابڙي جي ڄمڻ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟

(الف) نئون ديرو (ب) پنو عاقل

(ج) قمبر (د) مٺي

187. عبدالواحد آريسر جي ادبي سڃاڻپ ٻڌايو؟

(الف) محقق، مترجم (ب) مترجم، نقاد

(ج) ڊراما نويس (د) ناول نگار

188. يوسف سنڌي ڪٿان جو هيو؟

(الف) دادوءَ (ب) سکر

(ج) لاڙڪاڻي (د) گهوٽڪيءَ

189. ڊاڪٽر ڪمال الدين جامڙي جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) نقاد (ب) پبلشر

(ج) مُرتب، مُترجم (د) مُحقق، مُرتب

190. محمُود مُغل ڪٿي ڄائو؟

(الف) حيدرآباد (ب) دادو

(ج) سيوهڻ شريف (د) روهڙي

191. محمد عُثمان ميمڻ جو ادبي نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) محمد خان (ب) ناز سنائي

(ج) شاد (د) شوق

192. زيب سنڌيءَ جو اصل نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) محمد خان شيخ (ب) عبدالستار شيخ

(ج) شيخ اياز (د) سليم شيخ

193. انوَر فگار هَڪڙي جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) مُحقق، مُرتب (ب) نقاد

(ج) مُترجم (د) پبلشر

194. اَنوَر فگار هَڪڙي جي پي ايچ _ ڊيءَ جو موضُوع ڪهڙو آهي؟

(الف) سامي ساگر بُوند ۾

(ب) شڪارپور شهر جو سنڌي ادب ۾ حصو

(ج) شڪارپور جي صحافتي تاريخ

(د) سمنڊ سمايو بُوند ۾

195. ڊاڪٽر عنايت حُسين لغاريءَ جي ادبي سڃاڻپ ٻڌايو؟

(الف) مُحقق، مُترجم (ب) تنقيد نگار

(ج) مُرتب (د) مضمُون نويس

196. آزاد قاضيءَ جو ادبي نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) عبدالواحد (ب) عبدالاحد

(ج) عبدالحميد (د) عبدالمجيد

197. لڇمڻ ڪومل جو پُورو نالو ڇا آهي؟

(الف) ديوان لڇمڻ (ب) لڇمڻ رام

(ج) لڇمڻ داس (د) لڇمڻ ڇيلا رام ڀاٽيا

198. موتي پرڪاش جو پُورو نالو ٻڌايو؟

(الف) ڪنوَل پرڪاش (ب) لال ڀڳوان

(ج) ڊاڪٽر موتي سڪرام داس (د) موهن لالا

199. اظهر ڀانيڙ جي ادبي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟

(الف) مضمُون نگاري (ب) ناول، افسانا

(ج) شاعر، ايڊيٽر (د) تنقيد نگاري

200. ڊاڪٽر عبدالغفُور ميمڻ جي پي ايڇ _ ڊيءَ جو موضُوع ڪهڙو آهي؟

(الف) سنڌي ادب جو فڪري پس منظر (ب) سنڌي ٻولي

(ج) سنڌي ادب تي هڪ نظر (د) سنڌي ادب جو مُختصر جائزو

# شاعرن ۽ اديبن جو تعارف

## معرُوضي سُوالن جا جواب

1. (ج)
2. (ب)
3. (الف)
4. (ج)
5. (ج)
6. (ب)
7. (د)
8. (ج)
9. (ب)
10. (ج)
11. (ج)
12. (ج)
13. (ج)
14. (د)
15. (الف)
16. (ج)
17. (ج)
18. (الف)
19. (الف)

20. (الف)
21. (الف)
22. (د)
23. (ج)
24. (ب)
25. (ج)
26. (ب)
27. (ج)
28. (د)
29. (ج)
30. (الف)
31. (ج)
32. (ج)
33. (الف)
34. (ج)
35. (ج)
36. (ب)
37. (ج)
38. (ب)
39. (ج)
40. (ج)

41. (ج)
42. (الف)
43. (ب)
44. (الف)
45. (ج)
46. (ب)
47. (ج)
48. (ج)
49. (د)
50. (ج)
51. (الف)
52. (ب)
53. (الف)
54. (ب)
55. (ج)
56. (د)
57. (ب)
58. (الف)
59. (الف)
60. (ج)
61. (ب)

62. (ج)
63. (ج)
64. (د)
65. (د)
66. (ب)
67. (الف)
68. (ج)
69. (ج)
70. (د)
71. (د)
72. (ج)
73. (د)
74. (ب)
75. (الف)
76. (ج)
77. (الف)
78. (ج)
79. (د)
80. (ب)
81. (ج)
82. (ب)

83. (د)
84. (الف)
85. (ج)
86. (الف)
87. (ب)
88. (ج)
89. (د)
90. (ب)
91. (الف)
92. (الف)
93. (ج)
94. (ب)
95. (الف)
96. (ب)
97. (د)
98. (ب)
99. (الف)
100. (ج)
101. (د)
102. (ج)
103. (ج)

104. (الف)
105. (ب)
106. (د)
107. (ج)
108. (الف)
109. (ج)
110. (د)
111. (ج)
112. (ج)
113. (الف)
114. (ج)
115. (ب)
116. (ج)
117. (د)
118. (الف)
119. (الف)
120. (ج)
121. (الف)
122. (د)
123. (ج)
124. (ج)

125. (ج)
126. (ج)
127. (ج)
128. (د)
129. (الف)
130. (الف)
131. (ج)
132. (الف)
133. (ج)
134. (ب)
135. (الف)
136. (ج)
137. (ج)
138. (ب)
139. (ج)
140. (ب)
141. (الف)
142. (د)
143. (د)
144. (ب)
145. (ج)

146. (الف)
147. (د)
148. (ب)
149. (د)
150. (الف)
151. (الف)
152. (ج)
153. (ب)
154. (ج)
155. (د)
156. (الف)
157. (الف)
158. (الف)
159. (د)
160. (الف)
161. (ب)
162. (ج)
163. (د)
164. (الف)
165. (ج)
166. (ج)

167. (الف)
168. (د)
169. (د)
170. (الف)
171. (ج)
172. (الف)
173. (د)
174. (الف)
175. (الف)
176. (د)
177. (ج)
178. (د)
179. (الف)
180. (ب)
181. (ج)
182. (ج)
183. (ب)
184. (ج)
185. (الف)
186. (ج)
187. (الف)

188. (الف)
189. (د)
190. (ج)
191. (ب)
192. (الف)
193. (الف)
194. (ب)
195. (الف)
196. (ب)
197. (د)
198. (ج)
199. (ج)
200. (الف)

# سنڌي ادب جا ست دور ۽ ورهاڱو

1. سنڌي ادب جا اُهڃاڻ ڪهڙي دور کان ملڻ شروع ٿيا؟

(الف) برهمڻ دور (ب) عرب دور

(ج) شومرا دور (د) سمان دور

2. عربن جو دور ڪڏهن شروع ٿيو؟

(الف) اٺين صدي عيسوي (ب) نائين صدي عيسوي

(ج) ڏهين صدي عيسوي (د) يارهين صدي عيسوي

3. عربن جي دور ۾ ڪهڙي رسم الخط مختلف رُوپن ۾ لکي ويندي هُئي؟

(الف) الف اشباع (ب) عربي

(ج) ديوناگري (د) ڪابہ نہ

4. عرب دور ۾ ڪهڙي هندو راجا جي فرمائش تي قُرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ ترجمون ڪيو ويو؟

(الف) راجا نند (ب) راجا ڏاهر

(ج) راجا ڪشن چند (د) راجا مهروڪ

5. عربن کان پوءِ سنڌ تي ڪنهن جي حُڪمراني قائم ٿي؟

(الف) برهمڻن جي (ب) شومرن جي

(ج) سمن جي (د) ڪلهوڙن جي

6. سسئي پُنهون ڪهڙي دور جو رومانوي داستان آهي؟

(الف) انگريز دور (ب) ڪلهوڙا دور

(ج) شومرا دور (د) سمان دور

7. سُومرن جي دور ۾ بيت ڪهڙيءَ صُورت ۾ ملن ٿا؟

(الف) ڏوهيڙي (ب) ڳاهہ (ج) وائيءَ (د) قصي

8. سُومرن جي دور ۾ مشهُور جنگين ۽ لڙاين بابت جيڪي بيت ملن ٿا تن کي ڇا چيو ويندو آهي؟

(الف) رزميا شاعري (ب) قومي شاعري

(ج) عوامي شاعري (د) انقلابي شاعري

9. اسماعيلي مُبلغن جي ڪلام ۾ ملندڙ تبليغي قسم جي بيتن کي ڇا ٿو چئجي؟

(الف) وائي (ب) ڪافي (ج) گِنان (د) بيت

10. سمن جو دور ڪڏهن شروع ٿيو؟

(الف) ١٣٥٠ع ڌاري (ب) ١٣٥١ع ڌاري

(ج) ١٣٥٢ع ڌاري (د) ١٣٥٣ع ڌاري

11. سمن جو دور سنڌي ادب لاءِ ڪهڙو دور ثابت ٿيو؟

(الف) سونهري (ب) بُنيادي (ج) تعميري (د) اوائلي

12. سمن جي دور ۾ ڪهڙن فقيرن جا ست بيت ملن ٿا؟

(الف) صُوفي بُزرگ (ب) مامُوئي فقير

(ج) درويش (د) ڪو بہ نہ

13. سمن جي دور جو وڏي ۾ وڏو شاعر ڪير هو؟

(الف) شاهہ ڪريم (ب) قاضي قادن

(ج) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي (د) سچل سرمست

14. سمن کان پوءِ سنڌ ۾ ڪنهن جي حُڪمراني قائم ٿي؟

(الف) عربن جي (ب) سُومرن جي

(ج) ارغُونن جي (د) ڪلهوڙن جي

15. ارغونن کان پوءِ سنڌ تي ڪنهن حڪُومت ڪئي؟

(الف) سُومرا _ سمان (ب) ترخان _ مُغل

(ج) ڪلهوڙا _ ٽالپُر (د) ڪنهن به نه

16. ترخانن جي دور جو وڏي ۾ وڏو شاعر ڪير ٿي گُذريو آهي؟

(الف) شاهه عبدالڪريم بُلڙيءَ وارو

(ب) جرڪس فقير (ج) مخدُوم نوح (د) قاضي قادن

17. صُوفي شاهه عنايت ڪهڙي دور جو شاعر هو؟

(الف) مُغل دور (ب) ڪلهوڙا دور

(ج) ٽالپُر دور (د) انگريز دور

18. وائيءَ جي صنف ڪهڙي دور ۾ تمام گهڻي ترقي ڪئي؟

(الف) ترخان دور (ب) مُغل دور

(ج) ڪلهوڙا دور (د) ٽالپُر دور

19. شاهه عبدالڪريم بُلڙيءَ واري جو ڪلام ٩٤ بيتن جيءَ صُورت ۾ ڪهڙيءَ ملفُوظات مان مليو آهي؟

(الف) چچ نامون (ب) قديم سنڌ

(ج) ابيات سنڌي (د) بيان العارفين في تنبيهه غافلين

20. سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت ڪڏهن قائم ٿي؟

(الف) ١٧هينءَ صديءَ عيسويءَ ۾ (ب) ١٨هينءَ صديءَ عيسويءَ ۾

(ج) ١٩هينءَ صديءَ عيسويءَ ۾ (د) ٢٠هينءَ صديءَ عيسويءَ ۾

21. ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪهڙو عظيم شاعر پيدا ٿيو؟

(الف) شاهه عبدالڪريم بُلڙيءَ وارو (ب) سچل سرمست

(ج) شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ (د) قاضي قادن

22. ڪلهوڙن جي دور کي سنڌي ادب جو ڪهڙو دور چئجي ٿو؟

(الف) بُنيادي (ب) سونهري (ج) تعميري (د) اوائلي

23. ڪهڙو ڪلهوڙو حُڪمران چوٽيءَ جو شاعر هو؟

(الف) عارف ڪلهوڙو (ب) ميان سرفراز خان ڪلهوڙو

(ج) ميان آدم شاهه ڪلهوڙو (د) ميان الياس ڪلهوڙو

24. سنڌي عرُوضي شاعريءَ جو ارتقائي دور ڪهڙو آهي؟

(الف) سُومرن جو دور (ب) سمن جو دور

(ج) ترخانن جو دور (د) ڪلهوڙن جو دور

25. ڪلهوڙن جي دور جي شاعر خواجا محمد زمان لنواريءَ واري جو سنڌي ڪلام ڪيترن بيتن تي ٻَڌل آهي؟

(الف) ٨٣ بيتن تي (ب) ٨۴ بيتن تي

(ج) ٨٥ بيتن تي (د) ٨٦ بيتن تي

26. ڪلهوڙن جي دور جو شاعر ميان صاحب ڏنو فاروقي ڪهڙيءَ صنف جو باڪمال شاعر هو؟

(الف) وائيءَ (ب) ڪافيءَ (ج) غزل (د) گيت

27. شاهہ سائينءَ هنگلاج جو سفر ڪنهن سان گڏجي ڪيو؟

(الف) سامين ۽ جوڳين سان (ب) سنياسين سان

(ج) فقيرن سان (د) اُستادن سان

28. شاهہ جو رسالو سڀ کان پهريان ڪنهن ڇپرائي پڌرو ڪيو؟

(الف) ايچ ٽي سورلي (ب) جارج اسٽيڪ

(ج) سر گريئرسن (د) ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ

29. شاهہ سائينءَ کي سعيدا بيگم سان ڪهڙيءَ عُمر ۾ لنئون لڳي؟

(الف) ارڙهن سالن ۾ (ب) اُٺويهن سالن ۾

(ج) ويهن سالن ۾ (د) ايڪيهن سالن ۾

30. شاهہ سائينءَ جو مقبرو ڪهڙي رازي ٺاهيو؟

(الف) مدن ڀڳت (ب) عيدن رازَي

(ج) شاهہ حبيب (د) آخُوند نُور محمد ڀٽيءَ

31. شاهہ سائينءَ جي رسالي گنج جو پُراڻو نُسخو ڪهڙي سن ۾ لکيو ويو؟

(الف) ١٧٠٠ع ۾ (ب) ١٨٠٠ع ۾

(ج) ١٩٠٠ع ۾ (د) ٢٠٠٠ع ۾

32. ٽالپُرن ڪهڙي ڪلهوڙي حُڪمران کان حڪُومت حاصل ڪئي؟

(الف) ميان سرفراز ڪلهوڙي کان (ب) ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کان

(ج) ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي کان (د) ميان نُور محمد ڪلهوڙي کان

33. ڪلهوڙن ۽ ٽالپُرن جي وچ ۾ آخري جنگ ڪڏهن لڳي؟

(الف) ١٧٨٢ع (ب) ١٧٨٣ع

(ج) ١٧٨٤ع (د) ١٧٨٥ع

34. ٽالپر ڪهڙي لقب سان سڏيا ويندا آهن؟

(الف) ڄام (ب) شاهه (ج) مير (د) ميان

35. ٽالپرن جي دور ۾ شاعريءَ جي ڪهڙي صنف عروج تي پهُتي؟

(الف) مذهبي شاعري (ب) عرُوضي شاعري

(ج) رومانوي شاعري (د) انقلابي شاعري

36. آخوند عزيزالله قرآن شريف جو سنڌي ترجمون ڪهڙي دور ۾ ڪيو؟

(الف) ترخان دور ۾ (ب) مغل دور ۾

(ج) ڪلهوڙا دور ۾ (د) ٽالپر دور ۾

37. ٽالپر دور جي عظيم شاعر جو نالو ٻڌايو؟

(الف) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (ب) سچل سرمست

(ج) خليفو گُل محمد هالائي (د) حفيظ تيوڻو

38. ٽالپر دور جو هفت زبان شاعر ڪير هو؟

(الف) شاهه عنايت (ب) شاهه ڪريم

(ج) سچل سرمست (د) قاضي قادن

39. سچل سرمست شاعريءَ جي ڪهڙيءَ صنف جو باڪمال شاعر هو؟

(الف) غزل جو (ب) گيت جو (ج) مرثئي جو (د) ڪافيءَ جو

40. ٽالپر دور جي ٻي ٻاڪ شاعر جو نالو ٻڌايو؟

(الف) حمل فقير لغاري (ب) فقير نانڪ يوسف

(ج) سامي (د) سچل سرمست

41. سچل سرمست جي ڪلام جو جرمن زبان ۾ ترجمون ڪنهن ڪيو؟

(الف) ايلسا قاضي (ب) ڊاڪٽر دُر شهوار سيد

(ج) اينمري شمل (د) ڪنهن بہ نہ

42. سامي ڪهڙي دور جو شاعر هو؟

(الف) ڪلهوڙا دور (ب) ٽالپر دور

(ج) انگريز دور (د) موجُوده دور

43. ساميءَ جا ڪُل ڪيترا بيت سهيڙيا آهن؟

(الف) ١٢٠٠ بيت (ب) ١٣٠٠ بيت

(ج) ١٤٠٠ بيت (د) ١٥٠٠ بيت

44. سيد ثابت علي شاه سنڌي شاعريءَ جي ڪهڙيءَ صنف جو موجد آهي؟

(الف) بيت جو (ب) وائيءَ جو (ج) ڪافيءَ جو (د) مرثئي جو

45. سيد ثابت علي شاه ڪهڙن ملڪن جو منظوم سفرنامون لکيو؟

(الف) ايران ۽ عراق (ب) ايران ۽ تهران

(ج) ايران ۽ افغانستان (د) ايران ۽ شام

46. سنڌي زبان جو پهريون صاحبِ ديوان شاعر ڪير هو؟

(الف) حمل فقير لغاري (ب) سچل سرمست

(ج) خليفو گُل محمد هالائي (د) شاه عنايت

47. ٽالپرن جو دور ڪڏهن زوال پذير ٿيو؟

(الف) ١٨٤٣ع ۾ (ب) ١٨٤٤ع ۾

(ج) ١٨٤٥ع ۾ (د) ١٨٤٦ع ۾

48. انگريزن سنڌ ۾ ڪنهن کان حڪومت حاصل ڪئي؟

(الف) ٽالپرن کان (ب) ڪلهوڙن کان

(ج) سمن کان (د) سُومرن کان

49. انگريزن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ آخري جنگ ڪهڙي ميدان تي لڳي هُئي؟

(الف) ڪربلا جي ميدان تي (ب) دُبيءَ جي ميدان تي

(ج) ڪَرڙيءَ جي ميدان تي (د) ميدانِ جنگ تي

50. انگريز دور کي سنڌي ادب جو ڪهڙو دور چيو وڃي ٿو؟

(الف) جديد دور (ب) تعميري دور

(ج) اوائلي دور (د) سونهري دور

51. هاٺوڪي سنڌي آئيوينا ڪهڙي دور ۾ ٺهي؟

(الف) مُغل دور ۾ (ب) ڪلهوڙا دور ۾

(ج) ٽالپُر دور ۾ (د) انگريز دور ۾

52. انگريز دور جو سنڌي غزل گو شهنشاهه ڪير هو؟

(الف) مير عبدالحُسين سانگي (ب) خليفو گُل محمد هالائي

(ج) قادر بخش بيدل (د) مصري شاهه

53. انگريز دور ۾ سنڌي ادب ۾ ساڍن ڇهن سوَن کان مٿي ڪتاب ڪهڙي مُصنف لکيا؟

(الف) مرزا قليچ بيگ (ب) هدايت علي تارڪ

(ج) عُثمان سانگيءَ (د) شمس الدين بُلبُل

54. سڀ کان پهريان شاهه جو رسالو سر بارٽل فريئر جرمنيءَ مان ڪڏهن ڇپرايو؟

(الف) ١٥١٦ع ۾ (ب) ١٦١٦ع ۾

(ج) ١٧١٦ع ۾ (د) ١٨١٦ع ۾

55. انگريز دور جي مشهُور سنڌي شاعر جو نالو ٻڌايو!

(الف) قادر بخش بيدل (ب) محمد حسن بيڪس

(ج) مير عبدالحُسين سانگي (د) اهي سڀئي آهن

56. انگريز دور جي مشهُور افسانا نگار جو نالو ٻڌايو؟

(الف) مرزا نادر بيگ (ب) عُثمان علي انصاري

(ج) شيخ اياز (د) اهي سڀئي آهن

57. انگريز دور جي مشهُور ڊراما نويس جو نالو ڇا آهي؟

(الف) ڄيٺ مل پرس رام (ب) لال چند امر ڏنو مل

(ج) ڪاڪو ڀيرو مل (د) اهي سڀئي آهن

58. انگريز دور جو مشهُور ناول نگار ڪهڙو آهي؟

(الف) نارائڻ داس ڀمڀاڻي (ب) خليق مورائي

(ج) صاحب سنگهه چندا سنگهه (د) اهي سڀئي آهن

59. انگريز دور جي مشهُور مُحقق جو نالو ٻڌايو؟

(الف) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

(ب) ڊاڪٽر هوت چند مُول چند گُربخشاڻي

(ج) ڪاڪو ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي

(د) اهي سڀئي آهن

60. انگريز دور جي مشهُور مضمُون نويس جو نالو ڇا آهي؟

(الف) ديوان ڪوڙو مل (ب) ليک راڄ ڪشن چند عزيز

(ج) پرمانند ميوا رام (د) اهي سيئي آهن

61. انگريز دور جي مشهُور سوانح نگار جو نالو ٻڌايو؟

(الف) مولانا دين محمد وفائي (ب) محمد صديق مُسافر

(ج) مرزا قليچ بيگ (د) اهي سيئي آهن

62. انگريز دور جو مشهُور سفرناما نويس ڪير آهي؟

(الف) ميران محمد شاهه (ب) ڪاڪو ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي

(ج) الهه بچايو يار محمد سمون (د) اهي سيئي آهن

63. انگريز دور جي اُن ليک جو نالو ٻڌايو جنهن سنڌي ادب جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي!

(الف) ڊاڪٽر عُمر بن محمد دائود پوٽو (ب) مرزا قليچ بيگ

(ج) غُلام محمد شاهواڻي (د) محمد صديق ميمڻ

64. انگريز دور ۾ پهرين سنڌي آتم ڪهاڻي ڪنهن لکي؟

(الف) نائون مل ڪلناڻي (ب) ڪاڪي ڀيرو مل مهر چند آڏواڻيءَ

(ج) نارائڻ داس ڀمڀاڻيءَ (د) پرما نند ميوا رام

65. انگريز دور جي ڪهڙي سنڌي عالم کي شمس العُلماءَ جو لقب مليو؟

(الف) مرزا قليچ بيگ کي

(ب) ڊاڪٽر عُمر بن محمد دائود پوٽي کي

(ج) پير سيد مردان شاهه کي (د) اهي سيئي آهن

66. انگريز دور ۾ سنڌي ناٽڪ جي شروعات ڪنهن ڪئي؟

(الف) غُلام حُسين قُريشيءَ (ب) ميران محمد شاهه

(ج) امام بخش خادم (د) ديوان ڪوڙي مل

67. انگريز دور ۾ سنڌي ادب ۾ پهريون ترجمون ٿيل ڊرامون ڪهڙو آهي؟

(الف) ڏلا رام (ب) ليليٰ مجنون

(ج) نُور جهان (د) راسيلاس

68. انگريزن جي دور کي نثري ادب جي لحاظ کان ڇا جو دور چئجي ٿو؟

(الف) ترجمي نگاريءَ جو (ب) ناول نويسيءَ جو

(ج) افسانا نويسيءَ جو (د) ڊراما نويسيءَ جو

69. انگريزن جي دور ۾ سنڌ جي دفتري زبان ڪهڙي هُئي؟

(الف) عربي (ب) سنڌي (ج) انگريزي (د) فارسي

70. انگريز دور ۾ سڀ کان پهريان ڪهاڻي ڪنهن ترجمون ڪئي؟

(الف) ڊاڪٽر عُمر بن محمد دائود پوٽي (ب) مرزا قليچ بيگ

(ج) ميران محمد شاهه (د) لُطف الله بدويءَ

71. پاڪستان ۽ ڀارت جو قيام ڪڏهن ٿيو؟

(الف) ١٩٤٦ع ۾ (ب) ١٩٤٧ع ۾

(ج) ١٩٤٨ع ۾ (د) ١٩٤٩ع ۾

72. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ١٩٤٧ع ۾ ڪهڙو تعليمي ادارو قائم ڪيو ويو؟

(الف) ڪراچي يونيورسٽي (ب) سنڌ يونيورسٽي

(ج) مهراڻ يونيورسٽي (د) شاهه عبداللطيف يونيورسٽي

73. سنڌيءَ ۾ مزاحمتي ادب ڪهڙي دور کي چيو وڃي ٿو؟

(الف) مارشل لا ١٩٥٨ع (ب) ون يونٽ وارو دور

(ج) انگريز دور (د) ڪو به نه

74. سنڌي گيتن جو شهنشاهه ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟

(الف) بَردَي سنڌيءَ کي (ب) اُستاد بُخاريءَ کي

(ج) شيخ اياز کي (د) شمشيرالحيدريءَ کي

75. جديد سنڌي شاعريءَ جو ابو ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟

(الف) ڪشن چند بيوَس (ب) نارائڻ شيام

(ج) علي بابا (د) شيخ اياز

76. آزاديءَ کان پوءِ جدت پسنديءَ جو پهريون ڪهاڻيڪار ڪير هو؟

(الف) شيخ اياز (ب) جمال ابڙو

(ج) اشتياق انصاري (د) بردو سنڌي

77. جديد دور جو اُهو ڪهڙو سفرناما نگار آهي جنهن سڀ کان وڌيڪ سفرناما لکيا آهن؟

(الف) عبدالحئي پليجو (ب) الطاف شيخ

(ج) خليق مورائي (د) محمد عُثمان ڏيپلائي

78. سنڌي ٻوليءَ ۾ جاسوسي ناول سڀ کان وڌيڪ ڪنهن لکيا آهن؟

(الف) محمد بخش جوهر (ب) شليمان شيخ

(ج) عبدالڪريم بلوچ (د) نثار حُسينيءَ

79. آزاديءَ کان پوءِ اُهو ڪهڙو ناول نگار آهي جنهن امر سنڌيءَ جي نالي سان ڪتاب لکيا؟

(الف) قبول ابڙو (ب) آغا سليم

(ج) سليم ڪورائي (د) طارق اشرف

80. آزاديءَ کان پوءِ اُهو ڪهڙو شاعر آهي جنهن گهڻو ٻاراڻو ادب تخليق ڪيو؟

(الف) الطاف شيخ (ب) ادل سُومرو

(ج) عبدالغفار تبسم (د) اُستاد بُخاري

81. اُن مُحقق جو نالو ٻڌايو جنهن ٦١ مُحققن کي پي ايڇ _ ڊي ڪرائي؟

(الف) ڊاڪٽر غُلام علي الانا (ب) علامه غُلام مُصطفيٰ قاسمي

(ج) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (د) مرزا قليچ بيگ

82. اُهو ڪهڙو مُحقق آهي جيڪو وقت کان وقت اخبارن جو ايڊيٽر رهيو؟

(الف) سائين جي ايم سيد (ب) محمد ابراهيم جويو

(ج) پير علي محمد راشدي (د) رحيم داد خان مولائي شيدائي

83. اُهو ڪهڙو اديب آهي جنهن ٦٠ ورهين جيءَ ڄمار ۾ ميٽرڪ پاس ڪئي؟

(الف) لُطف الله بدوي (ب) پير علي محمد راشدي

(ج) محمد عُثمان ڏيپلائي (د) مخدُوم طالب المولا

84. اُن مُحقق ۽ اديب جو نالو ٻڌايو جنهن کي سنڌي مهاڳ نويسيءَ جي فن جو اُستاد ليکيو وڃي ٿو؟

(الف) محمد عُثمان ڏيپلائي (ب) محمد ابراهيم جويو

(ج) محمد ابراهيم خليل (د) عبدالجبار جُوڻيجو

85. محمد ابراهيم جوئي صاحب ڪهڙي اداري جو بُنياد وڌو؟

(الف) سنڌي ادب جي سهڪاري سنگت (ب) سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ

(ج) اهي ٻئي آهن (د) ڪو بہ نہ

86. ورهاڱي کان پوءِ اُهو ڪهڙو دانشوَر آهي جنهن سليم احمد جي فرضي نالي سان تنقيدي مضمُون لکيا؟

(الف) شيخ اياز (ب) ولي رام ولڀ

(ج) ڪامريڊ سوڀو گيان چنداڻي (د) محمد ابراهيم جويو

87. اُهو ڪهڙو مُحقق آهي جنهن کي ڪمال فن ايوارڊ مليو؟

(الف) محمد ابراهيم جويو (ب) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

(ج) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (د) شيخ اياز

88. دي مين فرام موهن جو دڙو ڪهڙي اديب کي چيو ويندو آهي؟

(الف) ولي رام ولڀ کي (ب) سوڀي گيان چنداڻيءَ کي

(ج) ڀيرو مل کي (د) ڪَلياڻ آڏواڻيءَ کي

89. آزاديءَ کان پوءِ ديني ادب جو ڪتاب الله جو وجُود ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو (ب) حاجي فقير جو

(ج) مولانا غُلام محمد گراميءَ جو (د) غُلام مُصطفيٰ قاسميءَ جو

90. حيات النبي ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) حڪيم فتح محمد سيوَهاڻيءَ جو (ب) ابُو بڪر مگسيءَ جو

(ج) خليق مورائيءَ جو (د) علي خان ابڙي جو

91. شريعت جا اسرار ڪتاب جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

(الف) ڪريم بخش نظاماڻي (ب) مولانا عُبيدالله سنڌي

(ج) عبدالحق ڪنڊياروي (د) محمد حُسين هيڪل

92. ڪتاب ٻنهي جهانن جو سردار ڪهڙي مصنف جو لکيل آهي؟

(الف) لال چند امر ڏني مل جو (ب) مولانا محمد قاسم سومري جو

(ج) ڪريم بخش نظاماڻيءَ جو (د) قاضي غُلام حيدر جو

93. اسلامي زندگي ڪتاب جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

(الف) مولانا دين محمد وفائي (ب) پير حُسام الدين شاهه راشدي

(ج) رشيد احمد لاشاري (د) قمرالدين سهتو

94. ڪتاب سنڌ جا اسلامي درسگاهه جي مصنف جو نالو ڇا آهي؟

(الف) قاضي عبدالرزاق (ب) مخدُوم امير احمد

(ج) محمد جُمن ٽالپُر (د) عبدالواحد سنڌي

95. اسلامي تاريخ جو مُطالعو ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) پروفيسر محبُوب علي چنا (ب) عبدالوحيد جتوئي

(ج) پروفيسر محمد احمد (د) قاضي خادم

96. ڪتاب اسلامي ڪُتب خانن جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو!

(الف) پير حُسام الدين شاهه راشدي (ب) رفيق احمد

(ج) اڪبر جسڪاڻي (د) خواجا غُلام عباس

97. ڪتاب اسلامي فلسفو ۽ تصوف ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) مولانا دين محمد وفائي (ب) ابُو بڪر مگسي

(ج) خليق مورائي (د) قاري عبدالرحمان

98. اسلام ۽ ترقي ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) علي خان ابڙي جو (ب) غُلام مُصطفيٰ قاسميءَ جو

(ج) غُلام محمد شهوانيءَ جو (د) محمد بخش واصف جو

99. سيرت النبيءَ تي ٻڌل ڪتاب محمد رسُول الله ڪهڙي مصنف جو لکيل آهي؟

(الف) محمد جُمن ٽالپر جو (ب) لُطف الله بدويءَ جو
(ج) ميمڻ عبدالغفور سنڌيءَ جو (د) علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جو

100. آزاديءَ کان پوءِ سنڌي ادب جو اُهو ڪهڙو اديب ٿي گُذريو آهي جنهن وڌ کان وڌ ڪتاب لکيا آهن؟

(الف) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (ب) علامہ آءِ آءِ قاضي
(ج) پير حُسام الدين شاھہ راشدي (د) ميمڻ عبدالغفور سنڌي

# سنڌي ادب جا ست دور ۽ ورهاڱو
## معرُوضي سُوالن جا جواب

1. (ب)
2. (الف)
3. (ج)
4. (د)
5. (ب
6. (ج)
7. (ب)
8. (الف)
9. (ج)
10. (ب)
11. (ج)
12. (ب)
13. (ب)
14. (ج)

15. (ب)
16. (الف)
17. (الف)
18. (ب)
19. (د)
20. (ب)
21. (ج)
22. (ب)
23. (ب)
24. (د)
25. (ب)
26. (ب)
27. (الف)
28. (د)
29. (ج)
30. (ب)
31. (ب)
32. (ب)
33. (الف)
34. (ج)
35. (ب)
36. (د)

37. (ب

38. (ج)

39. (د)

40. (د)

41. (ج)

42. (ب)

43. (الف)

44. (د)

45. (الف)

46. (ج)

47. (الف)

48. (الف)

49. (ب)

50. (الف)

51. (د)

52. (الف)

53. (الف)

54. (د)

55. (د

56. (د)

57. (د)

58. (د)

.59 (د)

.60 (د)

.61 (د)

.62 (د)

.63 (ب)

.64 (الف)

.65 (د)

.66 (ج)

.67 (ب)

.68 (الف)

.69 (ب)

.70 (ج)

.71 (ب)

.72 (ب)

.73 (ب)

.74 (الف)

.75 (الف)

.76 (ب)

.77 (ب)

.78 (الف)

.79 (الف)

.80 (ب)

81. (ب)
82. (ج)
83. (ج)
84. (ب)
85. (ج)
86. (د)
87. (الف)
88. (ب)
89. (ج)
90. (الف)
91. (ب)
92. (ج)
93. (الف)
94. (ج)
95. (الف)
96. (الف)
97. (ب)
98. (الف)
99. (ج)
100. (الف)

# افسانا

1. افسانن جا ڪيترا دور آهن؟

(الف) ٻه (ب) ٽي (ج) چار (د) پنج

2. سفيد وحشي ڪنهن جو لکيل افسانو آهي؟

(الف) شيخ اياز (ب) امر جليل

(ج) آغا سليم (د) نسيم کرل

3. شيخ عبدالرزاق جو افسانو ٻڌايو؟

(الف) پُنهل کان پوءِ (ب) روشنيءَ جو سفر

(ج) خوني رات (د) ڊاڪ بنگلو

4. "مُنهنجُون ڪهاڻيون" ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) علي بابا (ب) طارق اشرف

(ج) قمر شهباز (د) ماڻڪ

5. ثميرا زرين جي افسانن جو مجمُوعو ٻڌايو؟

(الف) جتي ٻاهه ٻري (ب) گيت اُجايل مورن جا

(ج) جلا وطن (د) چانديءَ جُون تارُون

6. سراج جي لازوال ڪهاڻي ڪهڙي آهي؟

(الف) ڀٽي (ب) نيٺ بهار ايندو

(ج) رانديڪو (د) ٽيون وجُود

7. "چانديءَ جُون تارُون" ڪهڙي ليکڪ جي تصنيف آهي؟

(الف) رسول بخش پليجو (ب) ماهتاب محبوب

(ج) حميد سنڌي (د) نسيم ڪرل

8. قمر شهباز جو افسانو ڪهڙو آهي؟

(الف) رڻ ۾ رَج جو اُتهاس (ب) يادن جي جزيري ۾

(ج) اُلون گهر (د) پاتال

9. غلام رباني آگري جي افساني جو نالو ٻڌايو؟

(الف) آب حيات (ب) شيدو ڌاڙيل

(ج) اکڙيون اُجايون (د) اهي سڀئي آهن

10. رشيد ڀٽيءَ جو افسانو ٻڌايو؟

(الف) ڍوَ بنا ڍولا (ب) ميرل

(ج) هڪ رُپئي جو نوٽ (د) اهي سڀئي آهن

11. "چوڏو" افسانو ڪهڙي افسانا نويس جو لکيل آهي؟

(الف) بشير موريائي (ب) نجم عباسي

(ج) ع. ق شيخ (د) علي احمد بروهي

12. "اي درد هلي آ" ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(الف) رشيد ڀٽي (ب) ثميرا زرين

(ج) سراج (د) انيس انصاري

13. "بند اکين ۾ ڪجھ ياڏون ڪجھ سپنا" ڪھڙي ليکڪ جي افسانن جو مجموعو آھي؟

(الف) نسيم کرل (ب) آغا سليم

(ج) طارق اشرف (د) علي بابا

14. ڏنم اڻ ڏٺل تصنيف جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) تاجل بيوس (ب) نجم عباسي

(ج) عزيز ڀنگوار (د) ڪيرت ٻاٻاڻي

15. "جڏهن مان ٦٤ جو هوندس" ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(الف) ممتاز مهر (ب) حميد سنڌي

(ج) سراج (د) آغا سليم

16. محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو پهريون افسانو ٻڌايو؟

(الف) مٽي (ب) ڪلٽي

(ج) ٻوساٽ (د) چنڊ شهٽو يا انسان

17. "سونهن، پترءِ پيار" افسانو ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) امر جليل (ب) طارق اشرف

(ج) غلام رباني آگرو (د) قمر شهباز

18. "درد جا ڏينهن درد جون راتيون" ڪهڙيءَ صنف تي ٻڌل ڪتاب آهي؟

(الف) ڪهاڻي (ب) ناول (ج) ڊرامون (د) شاعري

19. "زندگيءَ جو تنها مسافر" ڪنهن جي افسانن جو مجموعو آهي؟

(الف) محمد عثمان ڏيپلائي (ب) شيخ اياز

(ج) طارق اشرف (د) شيخ عبدالرزاق راز

20. نجم عباسيءَ جي تصنيف ٻڌايو؟

(الف) سنڌ ۾ طوفان (ب) طوفان جي تمنا

(ج) پٿر تي ليڪو (د) اهي سيئي آهن

21. "بي آگ جلن تا پروانا" ڪنهن جي لکيل ڪهاڻين جو مجموعو آهي؟

(الف) ڪلا پرڪاش (ب) سيد اظهر گيلاني

(ج) سگن آهوجا (د) ڪرشن کٽواڻي

✓ 22. سنڌي ادب ۾ پهرين ڪهاڻي ڪڏهن لکي وئي؟

(الف) ١٨٥٢ع (ب) ١٨٥٣ع

(ج) ١٨٥٤ع (د) ١٨٥٥ع

✓ 23. سنڌي ادب ۾ پهرينءَ ڪهاڻيءَ جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) غُلام ياسين پنهور (ب) غُلام حُسين قريشي

(ج) محمد حسن سرهندي (د) حاجي امام بخش خادم

✓ 24. غُلام حُسين قريشيءَ جي لکيل پهرينءَ ڪهاڻيءَ جو نالو ٻڌايو؟

(الف) ينيي زميندار جي ڳالھ (ب) جلا وطن

(ج) سفيد وحشي (د) هُوندا سي حيات

✓ 25. جدت پسنديءَ جو پهريون ڪهاڻيڪار ڪنهن کي سمجهيو وڃي ٿو؟

(الف) آغا سليم (ب) جمال ابڙو

(ج) سراج (د) قمر شهباز

26. ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل جي ڪهاڻيءَ جو نالو ٻڌايو!

(الف) پيراڻي (ب) شڪوا

(ج) عبرت ڪدا (د) چوٽيهون در

27. گُلابن ۾ ٽرڻ وارا ڏينهن ڪنهن جي لکيل ڪهاڻي آهي؟

(الف) نجم عباسي (ب) پير عُبيد راشدي

(ج) جمال ابڙو (د) زيب پنهور

28. ڪهاڻين جي مجموعي "بلو دادا" جو مُصنف ڪير آهي؟

(الف) جمال ابڙو (ب) رزاق سهتو

(ج) غُلام رباني آگرو (د) اياز قادري

29. وڇوٽيون ڪهاڻي ڪنهن جي لکيل آهي؟

(الف) جمال ابڙو (ب) زيب پنهور

(ج) نجم عباسي (د) نسيم کرل

30. "رمُوز النساءِ" ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) الله بخش عُقيلي (ب) محمد سومار شيخ

(ج) حيدر بخش جتوئي (د) حليم بروهي

31. "اوائلي لوڪ ڪهاڻيون" ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) ولي رام وَليه (ب) ڪلياڻ آڏواڻي

(ج) ڊاڪٽر مُرلي ڌر جيٽلي (د) ڪرشن کٽواڻي

32. پير حُسام الدين شاهه راشديءَ جي لکيل ڪهاڻي ڪهڙي آهي؟

(الف) مُجاور (ب) شيدو ڌاڙيل

(ج) گهڻ (د) انار ڪلي

33. "سمٺا ٿوهه" جو مُصنف ڪير آهي؟

(الف) غُلام محمد لاکو (ب) ڊاڪٽر شمس الدين بلبل

(ج) ڊاڪٽر غُلام قادر سومرو (د) محمد سومار شيخ

34. "جيئي سنڌ" ڪهاڻين جي ڪتاب جو سهيڙيندڙ ڪير آهي؟

(الف) عطا محمد ڀنڀرو (ب) جي ايم سيد

(ج) محمد سومار شيخ (د) شيخ عزيز

35. "چور" ڪنهن جي لکيل تصنيف آهي؟

(الف) ڊاڪٽر غُلام علي الانا (ب) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

(ج) سراج (د) مرزا قليچ بيگ

36. "اسلامي تاريخي ڪهاڻيون" ڪنهن جُون لکيل آهن؟

(الف) محبُوب علي چنو (ب) ڊاڪٽر غُلام علي الانا

(ج) غُلام محمد گرامي (د) ڊاڪٽر نواز علي شوق

37. حقيقتن جهڙا افسانا ڪنهن جُون لکيل ڪهاڻيون آهن؟

(الف) زيب سنڌي (ب) محمد سومار شيخ

(ج) طارق اشرف (د) ڊاڪٽر اياز قادري

38. قبُول ابڙو جي لکيل ڪهاڻيءَ جو نالو ٻڌايو؟

(الف) سنڌُو وَهندو رهيو (ب) شُڪر آ مڙس نہ مليو

(ج) رات جو ٻارهين وڳين (د) اهي سيئي آهن

39. "هاريءَ جا ڪارناما" افسانن جي مجمُوعي جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) قبُول ابڙو (ب) عبدالجبار جُوڻيجو

(ج) حيدر بخش جتوئي (د) عطا محمد حامي

40. "پورس جا هاٿي" ڪنهن جُون لکيل ڪهاڻيون آهن؟

(الف) شمشيرالحيدري (ب) امداد حُسيني

(ج) رسُول بخش ملاح (د) نياز همايوني

41. "پشو پاشا" افسانن جو مجموعو ڪهڙي مُصنف جو لکيل آهي؟

(الف) اياز قادري (ب) جمال ابڙو

(ج) ماهتاب محبوب (د) نُورالهُدا شاهه

42. افسانن جو مجموعو "پشو پاشا" ڪهڙي سال لکيو ويو؟

(الف) ١٩٥٨ع (ب) ١٩٥٩ع

(ج) ١٩٦٠ع (د) ١٩٦١ع

43. ڪرشن کٽوانيءَ جي ڪهاڻين جي مجموعي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) ديس پرديس (ب) چار ايڪڙ پني

(ج) پرديسڻ (د) دارون هن درد جو

44. گل بدن ڪنهن جون لکيل ڪهاڻيون آهن؟

(الف) قبول ابڙو (ب) راز بلڙائي

(ج) نجم عباسي (د) غلام رباني آگرو

45. علي بابا جي ڪهاڻين جو ڪتاب ٻڌايو؟

(الف) مَنهنجون ڪهاڻيون (ب) آيل ڙي اولاڻا

(ج) ڌرتيءَ ڌڪاڻا (د) اهي سيئي آهن

✓ 46. سنڌي ٻوليءَ ۾ جنسيات تي ٻڌل افسانا ڪهڙي ليکڪ تخليق ڪيا آهن؟

(الف) ماڻڪ (ب) غُلام نبي مُغل

(ج) نُورالهُدي شاهه (د) اهي سيئي آهن

✓ 47. "آزاديءَ کان پوءِ افسانوي ادب جي اوسر" ڪنهن جو لکيل ڪتاب آهي؟

(الف) محمد عُثمان ڏيپلائي (ب) آغا سليم

(ج) شمس الدين عُرساڻي (د) علامه آءِ آءِ قاضي

48. ڊاڪٽر اعجاز سمي جي ڪهاڻين جي مجموعي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) رات وچ ۾ (ب) زينت

(ج) فائيل ۾ بند ٿيل هڪ ڇوڪري (د) مٽي

49. "اسلامي ڪهاڻيون" نالي ڪتاب ڪي ڪهڙي ليکڪ ترتيب ڏنو آهي؟

(الف) شيخ اياز (ب) جمال ابڙو

(ج) غُلام حُسين شاد (د) قاضي عبدالرزاق

50. خيرالنساءِ جعفريءَ جي پهرينءَ ڪهاڻيءَ جو موضوع ڇا آهي؟

(الف) اوڙاهه (ب) پيڙا جو پڙلاءُ (ج) ڪربلا (د) چوڏو

51. "ٻُڪ ۾ بيڪاري" ڪهڙي مصنف جي افسانن جو مجموعو آهي؟

(الف) امر جليل (ب) راز ٻلڙائي

(ج) اياز قادري (د) طارق اشرف

52. بشير احمد مورياڻيءَ جي ڪتاب جو نالو ٻڌايو؟

(الف) چور (ب) بلو دادا (ج) اجنبي (د) ڪاري

53. سنڌو وَهندو رهيو افسانو ڪهڙي ليکڪ جو آهي؟

(الف) قمر شهباز (ب) شيخ اياز

(ج) قبول ابڙو (د) سوڀو گيان چنداڻي

54. "اڇو پکي" ڪهاڻين جو مجموعو ڪهڙي ڪهاڻيڪار جو لکيل آهي؟

(الف) شيخ اياز (ب) شيخ عبدالرزاق راز

(ج) پرويز ابڙو (د) آزاد سميجو

55. ابن حيات پنهور جي ڪهاڻين جي مجموعي جو نالو ٻڌايو؟
(الف) ماٺمَو ۽ ڌرتي (ب) قومي گيت
(ج) چار داڻا (د) علم ۽ عقل

56. سَجاڻپ جي ڳولا ڪتاب ڪهڙي افسانا نويس جو لکيل آهي؟
(الف) مَنوَر سراج (ب) طارق عالَم ابڙو
(ج) پرويز ابڙو (د) مُشتاق ڀُرڳڙي

57. مظهر ابڙي جو افسانن تي لکيل ڪتاب ڪهڙو آهي؟
(الف) روَين جو چهرو (ب) اُداس سانجهي
(ج) خواب ڪوتا سڪا (د) ڪارو چشمو

58. سيد عابد مظهر جي افسانن جي ڪتاب جو نالو ٻڌايو!
(الف) درياءَ جي هُن پار (ب) منزل ڪان اورتي
(ج) زندگي هڪ مُرڪ (د) گُم ٿيل محبتون

59. ڪليم لاشاريءَ جي ڪتاب جو نالو ڇا آهي؟
(الف) جيوَن، پيڙا ۽ پيار (ب) سفر
(ج) اُوٽيھ سئو ٽياسي (د) آڌ وهي

60. گيلريءَ مان ڪِريل وجُود جو ليکڪ ڪير آهي؟
(الف) راز شر (ب) ضراب حيدر
(ج) ابراهيم ڪرل (د) جُمن احمداڻي

61. "صديءَ جو سفر" ڪتاب ڪهڙي ليکڪ جو آهي؟
(الف) جمال ابڙو (ب) آفتاب نظاماڻي
(ج) رزاق سهتو (د) طارق قُريشي

62. غلام نبي گل جي افسانن جي مجموعي جو نالو ٻڌايو!

(الف) متيءَ سندو مامرو (ب) اٽپورو اظهار

(ج) مان ڪير آهيان؟ (د) رت جو روپ

63. دل اندر درياهه ڪتاب ڪهڙي مصنف جو لکيل آهي؟

(الف) آفتاب نظاماڻي (ب) محمود مغل

(ج) ڊاڪٽر عاشق حسين (د) مدد علي سنڌي

64. نذير ناز جي افسانن جي مجموعي جو نالو ٻڌايو!

(الف) هيلوڪو وري آ (ب) هُن جو عاشق

(ج) مان ۽ انتظار (د) آئون ماڻهو

65. عبدالقادر جوڻيجي جو افسانن تي ٻڌل مجموعو ڪهڙو آهي؟

(الف) سنڌوءَ ڪناري (ب) سونو روپو سچ

(ج) ڌرتي روشن آهي (د) آچر جا احوال

66. ٽنهنجي ڳولا ٽنهنجيون ڳالهيون ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(الف) شبنم گل (ب) زرينا بلوچ

(ج) تنوير جوڻيجو (د) سحر امداد

67. ظفر لغاريءَ جي افسانن جي مجموعي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) اُداس موسمن جو شهر (ب) سرحدن کان اڳتي

(ج) پونءِ مان نڪتل ماڻهو (د) جيوَن، پيڙا ۽ پيار

68. ڊاڪٽر غلام علي الانا ڪتاب چونڊ سنڌي افسانا ڪهڙي سن ۾ ترتيب ڏنو؟

(الف) ١٩٧٥ع (ب) ١٩٧٦ع

(ج) ١٩٧٧ع (د) ١٩٧٨ع

69. فيض محمد فيض جي تصنيف ڪهڙي آهي؟

(الف) پهريون قدم (ب) اعتراف

(ج) اوچنگارون (د) سيمي

70. ڪروڙ پتيءَ جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) غُلام نبي آگرو (ب) ابن حيات پنهور

(ج) عبدالرحيم ابڙو (د) نثار حُسيني

71. عبدالجبار شام جي افسانن جو مجمُوعو ڪهڙو آهي؟

(الف) اباڻو گهر (ب) نازان

(ج) راحت (د) آرزُو ۽ دل

72. ڪتاب "چُونڊ آمريڪي افسانا" ڪنهن جو ترجمو ڪيل آهي؟

(الف) اياز قادري (ب) جمال ابڙو

(ج) سراج الحق ميمڻ (د) قبُول ابڙو

73. حميد سنڌيءَ جي افسانن جو مجمُوعو ڪهڙي سن ۾ شايع ٿيو؟

(الف) ١٩٦٤ع (ب) ١٩٦٥ع

(ج) ١٩٦٦ع (د) ١٩٦٧ع

74. امر جليل جي افسانن جي مجمُوعي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) جلاوطن (ب) چنڊ جا تمنائي

(ج) دل جي دُنيا (د) حويليءَ جا راز

75. "ديس ديس جون ڪهاڻيون" ڪهڙي مُصنف جو ترتيب ڏنل ڪتاب آهي؟

(الف) نسيم احمد کرل (ب) ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ

(ج) رشيد ڀٽي (د) ڪو بہ نہ

76. "يوگنائن جو سفر" ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(الف) نثار حسيني (ب) بيدل مسرور

(ج) شيخ عزيز (د) ڪو بہ نہ

77. عبدالقادر جوڻيجي جي تصنيف ڪهڙي آهي؟

(الف) ڪاڪ محل (ب) لهندڙ سج جي لام

(ج) واٽون، راتيون ۽ رول (د) ڪا بہ نہ

78. نسيم کرل جي افسانن جو مجموعو "چوٽيمون در" ڪهڙي سن ۾ شايع ٿيو؟

(الف) ١٩٧٢ع (ب) ١٩٧٣ع

(ج) ١٩٧٤ع (د) ١٩٧٥ع

79. "دنيا جا عظيم افسانا" ڪهڙي مصنف جو ترجمو ڪيل ڪتاب آهي؟

(الف) مراد علي مرزا (ب) نادر بيگ مرزا

(ج) مرزا قليچ بيگ (د) اعجاز مرزا

80. امر جليل جي افسانن جي مجموعي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) طوفان جي تمنا (ب) جڏهن مان نہ هوندس

(ج) ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ (د) سنڌڙيءَ جو سڏ

81. سليم ڪورائيءَ جي تصنيف ڪهڙي آهي؟

(الف) چور (ب) آب حيات

(ج) ڌونهانئيل زندگي (د) سچڙ سڪ ۽ سور

82. زيب سنڌيءَ جو ڪتاب "گھٽيل خواهشون" ڪهڙي سن ۾ شايع ٿيو؟

(الف) ١٩٧٥ع (ب) ١٩٧٦ع

(ج) ١٩٧٧ع (د) ١٩٧٨ع

83. "ٽيهن سالن جون چونڊ ڪهاڻيون" ڪنهن جو ترتيب ڏنل ڪتاب آهي؟

(الف) آغا سليم (ب) شمشيرالحيدري

(ج) طارق اشرف (د) قبول ابڙو

84. ممتاز مهر جي تصنيف ڪهڙي آهي؟

(الف) انسان جي ڳولها (ب) زندگيءَ جو وهڪرو

(ج) بخت جي بازي (د) منزل منزل دوکو

85. "جلاوطن" افسانن جي مجموعي جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

(الف) خيرالنساءِ جعفري (ب) ماهتاب محبُوب

(ج) نُورالهُدا شاهه (د) ثميرا زرين

86. "آچر جا احوال" جي مُصنف جو نالو ٻڌايو؟

(الف) ادل سومرو (ب) بادل جمالي

(ج) نجم عباسي (د) حميد سنڌي

87. "ڪک پن" جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) علي احمد بروهي (ب) ماٺڪ

(ج) مدد علي سنڌي (د) الطاف شيخ

88. حميد سنڌيءَ جي تصنيف ڪهڙي آهي؟

(الف) رهيل قرض (ب) رشتا ناتا (ج) ويريون (د) پولار

89. محمُود مُغل جي تصنيف ڪهڙي آهي؟

(الف) ٽُٽل شيشا ۽ آگريون (ب) ڪوهيڙي ۾ ويڙهيل يادُون

(ج) آرپنا (د) مٺي مُراد

90. "ويندڙ وهي لهندڙ سج" جو مُصنف ڪير آهي؟

(الف) طارق عالم ابڙو (ب) امر جليل

(ج) حميد سنڌي (د) عبدالقادر جُوڻيجو

91. امر جليل جي تصنيف ڪهڙي آهي؟

(الف) تاريخ جو ڪفن (ب) جڏهن مان نہ هوندس

(ج) دل جي دُنيا (د) اهي سيئي آهن

92. "سڪون ڪٿي آهي" جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) رزاق مهر(ب) زيب سنڌي

(ج) نذير ناز (د) حميد سنڌي

93. "بي وفائي" ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(الف) پروين مُوسيٰ ميمڻ (ب) شازيا پتافي

(ج) حسين مُسرت شاهہ (د) سيما ابڙو

94. ثميرا زرين جي تصنيف ڪهڙي آهي؟

(الف) آءُ اهائي مارئي (ب) گيت اُجايل مورن جا

(ج) دل ۾ درد هزار (د) اهي سيئي آهن

95. "ملاوت جا ماهر" ڪهڙي ليکڪ جي تصنيف آهي؟

(الف) نواز علي شوق (ب) عبدالجبار جُوڻيجو

(ج) حميد سنڌي (د) علي احمد بروهي

96. زينت چنا، ثميرا زرين ۽ رشيدا حجاب سنڌ جي نامور اديبائن مان ٿي آهن. انهن ادب جي ڪهڙيءَ صنف ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي؟

(الف) افسانا (ب) ناول (ج) ڊراما (د) مضمون نويسي

97. ڪتاب "اڪيون ميگهہ ملهار" جي ليکڪا ڪير آهي؟

(الف) خديجا شيخ (ب) نُورالهُدا شاهہ

(ج) زرينا بلوچ (د) ماهتاب محبُوب

98. "تکل جذبن جو موت" ڪهڙي ليکڪ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي؟

(الف) مُشتاق احمد شورو (ب) ماڻڪ

(ج) قاضي خادم (د) عبدالرزاق راز

99. "مل مل جو چولو" ڪنهن جو مشهُور افسانو آهي؟

(الف) محمد عُثمان ڏيپلائي (ب) بادل جمالي

(ج) عُثمان علي انصاري (د) شوڪت شورو

100. "بهترين ڪهاڻيڪارن جُون بهترين ڪهاڻيون" ڪتاب مُرتب ڪندڙ ڪير آهي؟

(الف) امر جليل (ب) طارق اشرف

(ج) نواز علي شوق (د) نجم عباسي

## افسانا (معرُوضي سُوالن جا جواب)

1. (ب)
2. (الف)
3. (د)
4. (الف)
5. (ب)
6. (الف)
7. (ب)
8. (ج)
9. (د)
10. (د)
11. (ب)
12. (ج)

13. (ج)
14. (ب)
15. (الف)
16. (د)
17. (ب)
18. (الف)
19. (ج)
20. (د)
21. (ج)
22. (ج)
23. (ب)
24. (الف)
25. (ج)
26. (ج)
27. (ب)
28. (د)
29. (ج)
30. (الف)
31. (ج)
32. (د)
33. (ج)
34. (ب)

57. (ج)
58. (د)
59. (ج)
60. (الف)
61. (د)
62. (ج)
63. (د)
64. (الف)
65. (ب)
66. (ب)
67. (ج)
68. (ب)
69. (ج)
70. (ب)
71. (الف)
72. (ج)
73. (الف)
74. (ج)
75. (ب)
76. (ب)
77. (ج)
78. (ب)

79. (الف)

80. (ب)

81. (ج)

82. (ج)

83. (ج)

84. (ب)

85. (ج)

86. (الف)

87. (الف)

88. (ج)

89. (ب)

90. (د)

91. (د)

92. (الف)

93. (د)

94. (د)

95. (الف)

96. (الف)

97. (الف)

98. (الف)

99. (ج)

100. (ب)

# ناول

1. ناول لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؟

(الف) نئين شئي (ب) پُراڻي شئي

(ج) سُهڻي شئي (د) ڪا بہ نہ

2. "ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر" ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) ماهتاب محبوب (ب) ڊاڪٽر نُور افروز خواجا

(ج) خيرالنساءِ جعفري (د) نُور الهُدا جعفري

3. "اُونداهي ڌرتي روشن هٿ" ڪهڙي ناليواري ناول نگار جو لکيل آهي؟

(الف) قبُول ابڙو (ب) آغا سليم

(ج) طارق اشرف (د) مرزا قليچ بيگ

4. سنڌي ناول نگاريءَ ۾ شعُور جو وهڪرو (Stream of Consciousness) ڪنهن مُتعارف ڪرايو؟

(الف) حميد سنڌي (ب) جمال ابڙو

(ج) الطاف شيخ (د) آغا سليم

5. سنڌي ٻوليءَ ۾ جاسوسي ناول سڀ کان وڌيڪ ڪنهن لکيا آهن؟

(الف) محمد بخش جوهر (ب) احمد ملاح

(ج) مرزا قليچ بيگ (د) ڪو بہ نہ

6. محمد عُثمان ڏيپلائيءَ جو ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) گُلشنِ عبرت (ب) سانگهڙ

(ج) بهتر زندگي (د) جوڙي

7. ناول "لاش" ڪهڙي ليکڪ جي تصنيف آهي؟

(الف) آغا سليم (ب) اياز قادري

(ج) غُلام علي الانا (د) علي بابا

8. طارق اشرف جي ناول جو نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) سُونهن ۽ سنسار (ب) سُونهن، پٿر ۽ پيار

(ج) زوال (د) شيشي جا گهر

9. زوال ناول جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) تنوير عباسي (ب) ڪلا پرڪاش

(ج) عبدالجبار شام (د) قاضي خادم

10. بهترين ناول "روشنيءَ جي تلاش" ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(الف) آغا سليم (ب) ماڻڪ

(ج) سراج الحق ميمڻ (د) عابد لغاري

11. آغا سليم جي ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) اڻ پورو انسان (ب) اُونداهي ڌرتي روشن هٿ

(ج) همہ اوست (د) اهي سيئي آهن

12. مُنير احمد ماڻڪ جو ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) رَج ۽ پڙاڏو (ب) پاتال ۾ بغاوَت

(ج) ساهہ مُٺ ۾ (د) اهي سيئي آهن

13. نارنگي ڪيلا ٢٠٢٠ ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(الف) علي احمد بروهي (ب) امر جليل

(ج) ياسين بروهي (د) غُلام نبي مُغل

14. غُلام نبي مُغل جي سماجي ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) پرديسي مُسافر (ب) اوڙاهه

(ج) ساهه مُٺ ۾ (د) ڪو بہ نہ

15. سراج الحق ميمڻ جي ناول جو نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) تُنهنجي دُنيا سڀ رنگ سانوَل

(ب) مُنهنجي دُنيا هيڪل وياڪل

(ج) مرڻ مُون سين آءُ (د) اهي سيئي آهن

16. "غدار" ڪنهن جو لکيل ناول آهي؟

(الف) ڪرشن چندر (ب) ولي رام وَلڀ

(ج) طارق اشرف (د) نصير اعجاز

17. اوڙاهه ناول جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) محمد سُومار شيخ (ب) غُلام علي الانا

(ج) ماڻڪ (د) حليم بروهي

18. "سپنن جو سنسار" ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) ڪلا پرڪاش (ب) پريم پياسي

(ج) سيد حافظ محمد (د) قُرت العين حيدر

19. طارق اشرف جو ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) موتين جي دَٻلي (ب) ميرو ڊاڙيل

(ج) چولو مُنهنجي چڪ ۾ (د) بلو کوکر

20. قاضي خادم جي ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) درد جي خوشبوءِ (ب) جواري

(ج) زوال (د) اهي سيئي آهن

21. "رهجي ويل منظر" ناول ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) نديم قاضي (ب) علي رضا

(ج) طارق عالم ابڙو (د) قبُول ابڙو

22. "پيار ڪماڻي" ناول جو مُصنف ڪير آهي؟

(الف) عُمر ميمڻ (ب) نجم عباسي

(ج) زيب سنڌي (د) الطاف شيخ

23. قبُول ابڙي جي ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) تِڪندو (ب) ڌرتيءَ جي جنگ

(ج) ڊنل اکين جا خواب (د) اهي سيئي آهن

24. غُلام نبي مُغل جو ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) مُون کي ساهه کڻڻ ڏيو (ب) جيوَن اُجاڙ رستا

(ج) باک ڦُٽيءَ جو سوجهرو (د) ڪو به نه

25. "نيرپون اکيون شرمئي خواب" ڪهڙي نوجوان ليکڪ جو بهترين ناول آهي؟

(الف) محمُود مُغل (ب) پرويز ابڙو

(ج) فياض لطيف (د) اياز جاني

26. علي بابا ١٩٨٥ع ۾ ڪهڙو ناول تخليق ڪيو؟

(الف) پيار پناهون چانورا (ب) مُنهنجي مِڻڙي سنڌ

(ج) موهن جو دڙو (د) جوڳي

27. پرويز ابڙي جي پهرئين ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) ٿون هڪ خواب آهين (ب) تُنهنجي دُنيا سڀ رنگ سانوَل

(ج) نيٺ گُونگي ڳالهايو (د) وقت، وٿيون ۽ وڇوٽيون

28. غريبن جو وارثو ڪنهن جو لکيل ناول آهي؟

(الف) نارائڻ داس ڀمڀاڻي (ب) امرتا پريتم

(ج) ڪلا پرڪاش (د) ڪرشن چندر

29. خليق مورائيءَ جي ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) ٽي گھر (ب) شندري (ج) وڏوا (د) مالهڻ

30. "نُور جهان" ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) ڊاڪٽر هوتچند مُول چند گُربخشاڻي (ب) خليق مورائي

(ج) ڪاڪو ڀيرو مل (د) نارائڻ داس

31. نُور الهُدا شاهه جي ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) جلا وطن (ب) ڪربلا

(ج) گرپ وٽي (د) پارُوٽو گوشت

32. نيٺ گُونگي ڳالهايو جو لکندڙ ڪير آهي؟

(الف) امر جليل (ب) نجم عباسي

(ج) رشيد ڀٽي (د) اڪبر سومرو

33. ڪلا پرڪاش جو ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) پياسي ڌرتي رَمَندا بادل (ب) ٿون هڪ خواب آهين

(ج) هٿ ريکائن ڪان خالي (د) وقت، وٿيون ۽ وڇوٽيون

34. ماهتاب محبوب جي ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) پيار پناهون ڇانورا (ب) ڪن پل جو ڇانورو

(ج) گرپ وٿي (د) موهن جو دڙو

35. رُج ناول ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) غُلام نبي مُغل (ب) آغا سليم

(ج) تنوير جُوڻيجو (د) ج ـ ع منگهاڻي

36. "جيون اُجاڙ رستا " ڪنهن جون لکيل آهي؟

(الف) مظهر ابڙو (ب) پرويز ابڙو

(ج) عُمر ميمڻ (د) اعجاز سمون

37. "ڏاريو" ناول جو مصنف ڪير آهي؟

(الف) ولي رام ولڀ (ب) موهن ڪلپنا

(ج) ڪرشن کٽواڻي (د) ڪوبہ نہ

38. محمُود مُغل جو ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) آڪاش ڪان اُکتي (ب) هٿ ريڪائن ڪان خالي

(ج) دل گهرڻ (د) ساهہ مُٺ ۾

39. ڪاڪي ڀيرُو مل جو ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) آنند سندريڪا (ب) موهني ٻائي

(ج) وريل ۽ نعمت (د) اهي سيئي آهن

40. ناول "نيٺ گُونگي ڳالهايو" ڪهڙي سال ۾ لکيو ويو؟

(الف) ١٩٩٧ع (ب) ١٩٩٨ع

(ج) ١٩٩٩ع (د) ٢٠٠٠ع

41. "سنڌي ناول جي ارتقائي تاريخ " ڪتاب ڪهڙي مصنف جو لکيل آهي؟

(الف) غلام حُسين پناهُ (ب) غلام محمد لاکو

(ج) شمس الدين عُرساڻي (د) ڪو بہ نہ

42. "ڏاهري رنگ محل" ناول ڪهڙي بهادر ناول نگار جو لکيل آهي؟ ان ناول کي حُڪمرانن ضبط بہ ڪيو هو. نالو ٻڌايو؟

(الف) غُلام نبي مُغل (ب) محمد عُثمان ڏيپلائي

(ج) شيخ عبدالرزاق راز (د) شيخ اياز

43. "شهر جي ڳالھ" ناول ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) اڪبر شومرو (ب) طارق قُريشي

(ج) مظهر ابڙو (د) ممتاز بُخاري

44. "اُداسيءَ جُون آهُون" ناول ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) لُطف الله بدوي (ب) امام بخش

(ج) الله بخش ٽالپُر (د) محمد بخش جوهر

45. الله بخش ٽالپُر جي ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) پرديسيءَ جو پيار (ب) راھ بغاوت

(ج) مالھ (د) اهي سيئي آهن

46. سنڌي ادب جي پهرينءَ ناول نگار خاتُون جو نالو ٻڌايو؟

(الف) نسيم ٿيبو (ب) بادام ناتوان

(ج) تانيا ٿيبو (د) نُور الهُدا شاھ

47. بادام ناتوان جو پهريون ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) جلا وطن (ب) لازوال (ج) قلبي اُڃ (د) ڪو بہ نہ

48. "خوش خصلت خاتون" ناول ڪھڙيءَ ليکڪ جو آهي؟

(الف) ماهتاب محبُوب (ب) خيرالنساءِ جعفري

(ج) بادام ناتوان (د) مهرالنساءِ لاڙڪ

49. سماجي ناول "پيار جو آئينو" ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) ديوان ڪوڙو مل (ب) صاحب سنگھ شاهاڻي

(ج) وشنو ڀاٽيا (د) نارائڻ داس ڀمڀاڻي

50. "لولي" ناول جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) قاضي خادم (ب) شيخ محمد حسن

(ج) امر جليل (د) مرزا قليچ بيگ

51. سنڌي ٻوليءَ جي مشهُور ناول ثُريا جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) قبُول ابڙو (ب) فقير سبب علي ڪيبرائي

(ج) عبدالڪريم پلي (د) طارق اشرف

52. ناول "هڪ دل هزار آرمان" جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) نجم عباسي (ب) ڪلا پرڪاش

(ج) جمال رند (د) علي بابا

53. مشهُور ناول "وڇڙيلن جو ميلو" ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) گوبند مالهي (ب) آغا سليم

(ج) امر جليل (د) حافظ حيات شاهه

54. "آوارا" ناول ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) طالب المولا (ب) ڊاڪٽر غُلام علي الانا

(ج) انور هالائي (د) مرزا قليچ بيگ

55. سنڌيءَ ۾ ناول جي پهرئين ترجمي نگار جو نالو ٻڌايو؟

(الف) ديوان اُڌا رام ۽ نول راءِ (ب) موهن ڪلپنا

(ج) غُلام رباني آگرو (د) مرزا قليچ بيگ

56. "مس سدا بهار چنبيلي" ناول جو ترجمو ڪنهن ڪيو آهي؟

(الف) الطاف شيخ (ب) قاضي خادم

(ج) زيب سنڌي (د) پرويز ابڙو

57. ناول "ڀنيرڪي جي ڀڻ ڀڻ" ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) صاحب سنگهه شاهاڻي (ب) موهن ڪلپنا

(ج) ريتا شاهاڻي (د) هري موٽواڻي

58. ناول "خُوني ڀڃري" جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) محمد بخش جوهر (ب) گوبند مالهي

(ج) ڀيرُو مل (د) پروانو ڀٽي

59. ڪاڪي ڀيرُو مل جو ناول "وريل ۽ نعمت" ڪهڙي سن ۾ ڇپيو؟

(الف) ١٩١٥ع (ب) ١٩١٦ع

(ج) ١٩١٧ع (د) ١٩١٨ع

60. مرزا قليچ بيگ جو ترجمو ڪيل ناول "شرلاڪ هومس جو عجيب غريب ڪم" ڪهڙي سن ۾ ڇپيو؟

(الف) ١٩٠٠ع (ب) ١٩١٠ع

(ج) ١٩١١ع (د) ١٩١٢ع

61. "ڏونهانتيل راتيون ۽ رولاڪ" نالي ناول جو ليڪڪ ڪير آهي؟

(الف) بدر ابڙو (ب) عنايت حُسين لغاري

(ج) غُلام نبي مغل (د) شيخ اياز

62. قاضي خادم جو ترجمون ڪيل ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) جواري (ب) زوال

(ج) گُڊ باءِ مسٽر چپس (د) اهي سيئي آهن

63. رومانوي ناول "اڻ پُورو انسان" ڪهڙي ليڪڪ جو لکيل آهي؟

(الف) قاضي خادم (ب) صاحب سنگهه شاهاڻي

(ج) آغا سليم (د) نذير ناز

64. غُلام نبي مُغل جي ناول جو نالو ٻڌايو؟

(الف) عورت ۽ پيار (ب) اوڙاهه

(ج) مُون کي ساهه کڻڻ ڏيو! (د) اهي سيي آهن

65. آغا سليم جي ناول جو نالو ڇا آهي؟

(الف) اُونداهي ڌرتي روشن هٿ (ب) روشنيءَ جي تلاش

(ج) همه اوست (د) اهي سيئي آهن

66. "تہ واٽ تي" ناوليٽ ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) عبدالرزاق راز (ب) اڪبر لغاري

(ج) بيدل مسرُور (د) الطاف شيخ

67. ناول "سنڌ باد جو سفر" ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) بيدل مسرور (ب) علي بابا

(ج) زيب سنڌي (د) يوسف بلوچ

68. "سوري آ سينگار" نالي ناول ڪنهن جو آهي؟

(الف) عبدالجبار جُوڻيجو (ب) شيخ اياز

(ج) اعجاز سمون (د) ڪو بہ نہ

69. ناول "گرپ وتي" ڪهڙيءَ ليکڪ جو لکيل آهي؟

(الف) خديجا شيخ (ب) ريتا شاهاڻي

(ج) ماهتاب محبُوب (د) نُورالهُدا شاهہ

70. "شيشي جي دل" نالي ناول ڪنهن جو آهي؟

(الف) ڪيئل داس فاني (ب) نسيم کرل

(ج) ڪَلا پرڪاش (د) نجم عباسي

71. سُندري آتم چنداڻيءَ جو لکيل ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) ڪِرندڙ ديوار (ب) ٽُٽل ساز

(ج) هڪ سسئي سئو سُور (د) اهي سيئي آهن

72. سنڌيءَ جي پهرينءَ خاتون ناول نگار جي وفات ڪهڙي سن ۾ ٿي؟

(الف) ١٩٨٥ع (ب) ١٩٨٦ع

(ج) ١٩٨٧ع (د) ١٩٨٨ع

73. "جيون پياسو سمُنڊ" ناول ڪنهن لکيو آهي؟

(الف) يوسف شاهين (ب) غُلام نبي گُل

(ج) خاڪي جويو (د) عنايت بلوچ

74. "مهرو" ناول جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) عُمرالدين بيدار (ب) رزاق مهر

(ج) ظفر حسن (د) احمد خان مدهوش

75. "نگي لاش جو سفر" ناول جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) ڊاڪٽر عبدالجبار لغاري (ب) ڊاڪٽر دُر محمد پٺاڻ

(ج) ڪريم بخش سومرو (د) ڪو بہ نہ

76. "اندر جي اُجل" ناول ڪهڙي مُصنف لکيو آهي؟

(الف) فتاح ملڪ (ب) عبدالڪريم پلي

(ج) بدر اُجڻ (د) وسيم سومرو

77. ملڪ آگاڻيءَ جي تصنيف ڪهڙي آهي؟

(الف) سچ جا پاڇا (ب) سچ گرهڻ

(ج) جنت (د) انصاف ڪٿي آهي؟

78. يوسف سنڌيءَ جو ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) ڏونگر ڏک ڏِنام (ب) بک

(ج) ڇاتل اڻ ڇاتل (د) واپسي

79. ريتا شاهاڻيءَ جي ناول جو نالو ڇا آهي؟

(الف) چنڊ کان سچ تائين (ب) پرھ جا پياڪ

(ج) گُونگي گگن سان گُفتگوءِ (د) اهي سيئي آهن

80. "آڪاش کان اڳتي" ناول جو مُصنف ڪير آهي؟

(الف) تاج جويو (ب) ڪليم لاشاري

(ج) آزاد قاضي (د) محمد انوَر بلوچ

81. مرزا قليچ بيگ جو پهريون طبع زاد ناول "دلا رام" ڪهڙي سن ۾ لکيو ويو؟

(الف) ١٨٨٦ع (ب) ١٨٨٧ع

(ج) ١٨٨٨ع (د) ١٨٨٩ع

82. ناول "زينت" ڪڏهن شايع ٿيو؟

(الف) ١٨٦٠ع (ب) ١٨٧٠ع

(ج) ١٨٨٠ع (د) ١٨٩٠ع

83. "سچي محبت" ناول جو ترجمو ڪڏهن ڪيو ويو؟

(الف) ١٩١٢ع (ب) ١٩١٣ع

(ج) ١٩١٤ع (د) ١٩١٥ع

84. ١٩١٢ع ۾ مرزا قليچ بيگ ڪهڙو ناول ترجمو ڪيو؟

(الف) ايرڪ (ب) ٽي گهر

(ج) جولئن هوم (د) ڪو به نه

85. "گُلن جي ٽوڪري" ڪتاب ڪهڙيءَ صنف تي ٻڌل آهي؟

(الف) ڊرامون (ب) ناول (ج) افسانو (د) مضمون

86. "لُڙڪن آجا نيڻ" نالي ناول ڪنهن جو آهي؟

(الف) پرويز ابڙو (ب) طارق عالم

(ج) غُلام نبي مُغل (د) پرويز

87. "ماسترياڻي" ناول جو ترجمي نگار ڪير آهي؟

(الف) نجم عباسي (ب) خوشي مولائي

(ج) عُثمان علي انصاري (د) قمر شهباز

88. ناوليت "هم سفر" ڪهڙيءَ ليکڪا جو لکيل آهي؟

(الف) ريتا شاهاڻي (ب) آمنا خميساڻي

(ج) امرتا پريتم (د) ڪا به نه

89. پنجابي ناول بنديوان جو ترجمو "قيدي" ڪهڙي سنڌيڪار ڪيو؟

(الف) غلام نبي مغل (ب) ماڻڪ

(ج) سراج الحق ميمڻ (د) ڪوبہ نہ

90. قاضي فيض محمد جو ناول ڪهڙو آهي؟

(الف) اڻچاڻ (ب) پيار ڪهاڻي

(ج) ڪربلا (د) منهنجي دنيا هيڪل وياڪل

91. ڪرشن چندر جي ناول جو نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) جڏهن ڌرتي جاڳي (ب) غدار

(ج) ان داتا (د) اهي سيئي آهن

92. قبول ابڙي جو ناول "دنل اکين جا خواب" ڪهڙي سن ۾ شايع ٿيو؟

(الف) ١٩٨٥ع (ب) ١٩٨٦ع

(ج) ١٩٨٧ع (د) ١٩٨٨ع

93. نجم عباسيءَ جي ناول جو نالو ڇا آهي؟

(الف) زلزلو (ب) بلنديون

(ج) پيار ڪهاڻي (د) اهي سيئي آهن

94. محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو ناول "گمراهہ دوست" ڪهڙي سن ۾ شايع ٿيو؟

(الف) ١٩٤٢ع (ب) ١٩٤٣ع

(ج) ١٩٤٤ع (د) ١٩٤٥ع

95. ناول "ڏاريو" ڪهڙي ليکڪ جي تصنيف آهي؟

(الف) ولي رام ولڀ (ب) الطاف شيخ

(ج) سوڀو گيان چنداڻي (د) علي بابا

96. "نيٺ گونگي ڳالهايو" ناول ڪڏهن شايع ٿيو؟

(الف) ١٩٩٨ع (ب) ١٩٩٩ع

(ج) ٢٠٠٠ع (د) ٢٠٠١ع

97. "شيلا" نالي ناول ڪهڙي ليکڪ جو آهي؟

(الف) چينا نند ناگراٽي (ب) لال چند امر ڏنو مل

(ج) نارائڻ داس ڀمڀاڻي (د) ميلا رام واسواڻي

98. ناول ڪهڙيءَ زبان جو لفظ آهي؟

(الف) جرمني (ب) اطالوي (ج) جاپاني (د) چيني

99. "ڪاڇيءَ اک جو خواب" نالي ناول ڪهڙي ليکڪ لکيو؟

(الف) سراج الحق ميمڻ (ب) وسيم سومرو

(ج) منوَر سراج (د) پرويز ابڙو

100. ناول "ڪبير" ڪهڙيءَ ليکڪ جو لکيل آهي؟

(الف) ڊاڪٽر فهميده حُسين (ب) ڊاڪٽر نُور افروز خواجا

(ج) ريتا شاهاڻي (د) بيگم خورشيد عباسي

## ناول (معرُوضي سُوالن جا جواب)

1. (الف)
2. (ب)
3. (ب)
4. (د)
5. (الف)
6. (ب)

7. (ج)
8. (ب)
9. (د)
10. (الف)
11. (د)
12. (د)
13. (ج)
14. (ب)
15. (د)
16. (الف)
17. (د)
18. (الف)
19. (ب)
20. (د)
21. (ج)
22. (ب)
23. (د)
24. (الف)
25. (ب)
26. (ج)
27. (الف)

28. (الف)

29. (ب)

30. (الف)

31. (ج)

32. (الف)

33. (د)

34. (الف)

35. (د)

36. (الف)

37. (الف)

38. (ب)

39. (د)

40. (ج)

41. (الف)

42. (ب)

43. (الف)

44. (ج)

45. (د)

46. (ب)

47. (ج)

48. (ج)

49. (ج)
50. (ب)
51. (ب)
52. (ب)
53. (د)
54. (ج)
55. (الف)
56. (الف)
57. (ج)
58. (الف)
59. (الف)
60. (ج)
61. (ج)
62. (د)
63. (ج)
64. (د)
65. (د)
66. (ج)
67. (ب)
68. (الف)
69. (د)

70. (ج)
71. (د)
72. (د)
73. (ب)
74. (الف)
75. (الف)
76. (ج)
77. (الف)
78. (ب)
79. (د)
80. (د)
81. (ب)
82. (د)
83. (ج)
84. (ب)
85. (ب)
86. (د)
87. (الف)
88. (ج)
89. (الف)
90. (الف)

# ڊراما

1. لفظ ڊرامو يوناني لفظ ڊراءِ مان نڪتل آهي. انهيءَ جي معنيٰ ڇا آهي؟

(الف) هلڻ (ب) ڪري ڏيکارڻ

(ج) ويهڻ (د) سمهڻ

2. سنڌ جي ڊرامي جُون ابتدائي صُورتون ڪهڙيون آهن؟

(الف) سانگ ۽ پڳت (ب) گيت ڳائڻ

(ج) جهُمر پائڻ (د) ڪا به نه

3. سنڌي ٻوليءَ جو پهريون ڊرامو مرزا قليچ بيگ ڪهڙو لکيو؟

(الف) هير رانجهو (ب) ليليٰ مجنون

(ج) پُتلي تماشو (د) مناظرا

4. ليليٰ مجنون ڊرامو ڪهڙي سن ۾ لکيو ويو؟

(الف) ١٨٧٨ع (ب) ١٨٧٩ع

(ج) ١٨٨٠ع (د) ١٨٨١ع

5. مشهُور ڊرامي خورشيد جو ليکڪ ڪير هو؟

(الف) مرزا اعجاز بيگ (ب) مرزا قليچ بيگ

(ج) محمد عُثمان ڏيپلائي (د) تارا چاند شوقي رام

6. خورشيد ڊرامو ڪهڙي سن ۾ لکيو ويو؟

(الف) ١٨٨٧ع (ب) ١٨٨٨ع

(ج) ١٨٨٩ع (د) ١٨٩٠ع

7. مرزا قليچ بيگ جو لکيل ڊرامو "انڪوائري آفيسر" اصل ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) مان ٽين (ب) گوگول

(ج) جارج اسٽيڪ (د) ڪنهن جو بہ نہ

8. "پارت بلوا" ڊرامو ڪنهن لکيو؟

(الف) پيرو مل (ب) لال چند امر ڏنو مل

(ج) ننديرام (د) چيٺمل پرسرام

9. لوڪ ڪهاڻيءَ تي ٻڌل ڊرامو "مُومل راڻو" ڪهڙيءَ مشهُور شخصيت لکيو؟

(الف) اياز قادري (ب) جمال ابڙو

(ج) سراج الحق ميمڻ (د) رشيد احمد لاشاري

10. سماجي ناٽڪ "هاريءَ ۽ تعليم" جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) لُطف الله بدوي (ب) محمد ابراهيم جويو

(ج) محمد خان غني (د) محمد اسماعيل عُرساڻي

11. ڪاليداس جي ناٽڪ "شڪنتلا" جو ترجمون ڪهڙي سنڌيڪار ڪيو؟

(الف) رشيد احمد لاشاري (ب) مُنير سولنگي

(ج) چنو شبير ناز (د) محمد خان جمالي

12. محمد اسماعيل عُرساڻيءَ جو ناٽڪ بابت ڪتاب ڪهڙو آهي؟

(الف) شاهہ ايليا (ب) ڊزن ڊائلاگ

(ج) قلو پطرا (د) عجيب شادي

13. نُور احمد نُور لوڪ ڪهاڻين تي ٻڌل ناٽڪ ڪهڙي نالي سان لکيو؟

(الف) سسئي پُنهُون (ب) عُمر مارئي

(ج) مُومل راڻو (د) ڪو بہ نہ

14. شڪنتلا ڊرامو ڪهڙي سال ۾ ترجمون ڪيو ويو؟

(الف) ١٩٥٨ع (ب) ١٩٥٩ع

(ج) ١٩٦٠ع (د) ١٩٦١ع

15. سماجي ڊرامو "عجيب شادي" ١٩٥٨ع ۾ ڪهڙي ليکڪ پيش ڪيو؟

(الف) احمد خان اختر (ب) غُلام علي الانا

(ج) نذير امين مُغل (د) الله بخش تالپُر

16. شاهدي ناٽڪ ڪهڙي مُصنف جو لکيل آهي؟

(الف) محمد عُثمان ڏِيپلائي (ب) ابن حيات پنهوَر

(ج) غالب لطيف (د) غُلام حيدر

17. ابنِ حيات پنهوَر ڪرشن چندر جي ڪهڙي ناٽڪ جو ترجمو ڪيو؟

(الف) لاچار (ب) انسانيت

(ج) هائڊروجن بم ڪان پوءِ (د) باغيچي ۾

18. لُطف الله بدويءَ جو لکيل ڊرامو "دودو چنيسر" ڪهڙي سن ۾ ڇپيو؟

(الف) ١٩٥٥ع (ب) ١٩٥٦ع

(ج) ١٩٥٧ع (د) ١٩٥٨ع

19. مرزا گُل حسن ڪربلائيءَ جي سماجي ناٽڪ جو نالو ٻُڌايو؟

(الف) پارُوٿو گوشت (ب) آخري سهارو

(ج) ماستر (د) نجُومي

20. الاهي بخش دودا پوريءَ بنگالي ناٽڪ جو ترجمو ڪهڙي نالي سان ڪيو؟

(الف) دعوَت (ب) بانسري

(ج) مان ڪير آهيان (د) واپار

21. خواجا غُلام علي الانا ڪهڙو اصلاحي ڊرامو لکيو؟

(الف) ڪربلا (ب) گُل ڦُل

(ج) ماستر (د) غريب جي آهہ

22. ڊرامن کي پيش ڪرڻ جو رواج ڪڏهن کان پيو؟

(الف) ۱۸۴۲ع ✓(ب) ۱۸۴۳ع

(ج) ۱۸۴۴ع (د) ۱۸۴۵ع

✓ 23. "پنج تنتر" ڪهڙي نالي سان مشهُور آهي؟

(الف) ليليٰ مجنون (ب) ڪالي داس

(ج) ڪليا دمنا (د) شاھ ايليا

24. "عاشق زهر پياڪ" ڊرامو ڪهڙي ڊرامي نويس جو لکيل آهي؟

(الف) رشيد ڀٽي (ب) مُنير احمد ماڻڪ

(ج) مرزا قليچ بيگ (د) قاضي خادم

25. "فاتح سنڌ" ناٽڪ ڪنهن لکيو؟

(الف) شيخ اياز (ب) شيخ عبدالرزاق راز

(ج) شمشيرالحيدري (د) محمد عُثمان ڏيپلائي

26. "آخري رات" ڊرامو ڪهڙي مُصنف لکيو؟

(الف) ممتاز مرزا (ب) امر جليل

(ج) سراج الحق ميمڻ (د) لُطف الله بدوي

27. علي بابا جو پيش ڪيل ڊرامو ٻڌايو؟

(الف) دنگي منجهہ درياھ (ب) لَڙڪ لَڙڪ زنجير

(ج) سون ورني ڌرتي (د) مُنهنجو ڏَس آسمان کان پُڇو!

28. "دودي جو موت" ڪهڙي مشهور ليکڪ جو ڊرامو آهي؟

(الف) تنوير عباسي (ب) طارق اشرف

(ج) عنايت بلوچ (د) شيخ اياز

29. لطف الله بدويءَ جو لکيل ڊرامو ٻڌايو؟

(الف) دودو چنيسر (ب) دودي جو موت

(ج) واڃٽ ويراڳين جا (د) اڌ ملاقات

30. "ڪاڪ محل" ناٽڪ ڪهڙي ڊراما نويس پيش ڪيو؟

(الف) شمشيرالحيدري (ب) نجم عباسي

(ج) سليمان شيخ (د) ميران محمد شاهه

31. "لُڙڪ لُڙڪ زنجير" ڊرامي جو مصنف ڪير آهي؟

(الف) منگها رام ملڪاڻي (ب) قاضي خادم

(ج) رشيد ڀٽي (د) حافظ محمد چنو

32. محمد اسماعيل عُرساڻيءَ ١٩٣٩ع ۾ ڪهڙو ڊرامو پيش ڪيو؟

(الف) بد نصيب ٿري (ب) گُلزار ۽ گُلنار

(ج) حسنا دلدار (د) مُنهنجي مِٺڙي سنڌ

33. محمد عُثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل پهريون ڊرامو ڪهڙو آهي؟

(الف) نيٺ بهار ايندو (ب) روشن چانورو

(ج) غيرت عُرف نُور جهان جو پٽ (د) رانديڪو

34. رشيد احمد لاشاريءَ ڪهڙو ڊرامو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو؟

(الف) نل دمينتي (ب) شڪنتلا

(ج) اهي ٻئي (د) ڪو به نه

35. ايمان جي قيمت ڊرامو ڪهڙي مصنف جو لکيل آهي؟

(الف) نُورالهُدا شاهه (ب) ماهتاب محبُوب

(ج) تهمينا مفتي (د) چنو شبير ناز

36. چني شبير 'ناز' جو طبع زاد ڊرامو ٻڌايو؟

(الف) درياهه خان (ب) فراق جي وادي

(ج) ويئي رات وِهامي (د) اهي سيئي آهن

37. ممتاز مرزا جي لکيل ڊرامي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) واٽون ۽ نيڻ (ب) سي ئي جوين ڏينهن

(ج) لاکو ڦُلاڻي (د) اهي سيئي آهن

38. آغا سليم جي ڊرامي جو نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) واپسي (ب) دُولهه درياهه خان

(ج) دودو چنيسر (د) اهي سيئي آهن

39. انقلابي ناٽڪ "ٽيپو" ڪنهن پيش ڪيو؟

(الف) نثار حُسينيءَ (ب) شيخ اياز

(ج) انوَر بلوچ (د) قاسم فانيءَ

40. سماجي ڊرامو "چنڊ ۽ رلي" ڪهڙي ليکڪ جو آهي؟

(الف) امر جليل (ب) غزالا شاهين پٽو

(ج) علي بابا (د) اشرف بلوچ

41. نثار حُسينيءَ جو پيش ڪيل ڊرامون ڪهڙو آهي؟

(الف) ذات جي لات (ب) سامُونڊين سڙهه سنياپا

(ج) ڪي جو ٻيجل ٻوليو (د) اهي سيئي آهن

42. "وڏيا جي ويڇن" ڊرامو ڪهڙي ليکڪ جو پيش ڪيل آهي؟

(الف) رشيد ڀٽي (ب) نجم عباسي

(ج) آغا سليم (د) الطاف شومرو

43. آغا سليم جو ڊرامون "تماشو" ڪهڙي سال ۾ پيش ٿيو؟

(الف) ۱۹۷۴ع (ب) ۱۹۷۵ع

(ج) ۱۹۷٦ع (د) ۱۹۷۷ع

44. غُلام محمد گراميءَ جو لکيل تاريخي ڊرامو ڪهڙو آهي؟

(الف) ڇايا (ب) لهرين لک لباس

(ج) ديس لاءِ دُعا (د) دُنيا آهي گول

45. غُلام محمد گراميءَ جو پيش ڪيل اصلُوڪو ڊرامون ڪهڙو آهي؟

(الف) تخت طائوس (ب) رضيا شلطان

(ج) ڪلياڻي (د) اهي سيئي آهن

46. بد نصيب ڊرامو ڪهڙي ليکڪ جو پيش ڪيل آهي؟

(الف) نواز علي شوق (ب) غُلام علي الانا

(ج) قمر شهباز (د) رهبر ڀٽي

47. "ڪاڙونجهر جي ڪور" ڊرامو ڪهڙي ڊراما نويس جو لکيل آهي؟

(الف) علي بابا (ب) ممتاز مُرزا

(ج) غُلام قادر شومرو (د) فيض بخشاپوري

48. قمر شهباز جو مزاحيا ڊرامون ڪهڙو آهي؟

(الف) فرض ۽ پيار (ب) هل پنهل

(ج) هم سفر (د) ڪو بہ نہ

49. قاضي خادم جي پيش ڪيل ڊرامي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) سدا گُلاب (ب) ڏکي انسان

(ج) موت ۽ مفاصلو (د) عاشق زهر پياڪ

50. مرزا قليچ بيگ جو پيش ڪيل مزاحيا ڊرامون ڪهڙو آهي؟

(الف) مُنشي (ب) ڪوڙو نوٽ

(ج) اِهي ٻئي آهن (د) ڪو به نه

51. "ذات جي ڏيهه ۾" ڊرامو اياز عالم ابڙي ڪهڙي سال ۾ پيش ڪيو؟

(الف) ١٩٧٦ع (ب) ١٩٧٧ع

(ج) ١٩٧٨ع (د) ١٩٧٩ع

52. اشرف بلوچ جي پيش ڪيل ڊرامي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) پلي ڪري آيا (ب) ڌرتي ماتا

(ج) اهي ٻئي (د) ڪو به نه

53. امر جليل جي لکيل ڊرامي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) اُوندهه ۽ روشني (ب) مٽيءَ جا ماڻهُو

(ج) انسان (د) اهي سيئي آهن

54. نُور شاهين جي پيش ڪيل مزاحيا ڊرامي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) سنڌڙيءَ تان صدقي (ب) مِڙيا مَچ هزار

(ج) ليک (د) ڪو به نه

55. "مقروض جو موت" ڊرامون نواز علي شوق ڪهڙي سال ۾ پيش ڪيو؟

(الف) ١٩٧٩ع (ب) ١٩٨٠ع

(ج) ١٩٨١ع (د) ١٩٨٢ع

56. شيڪسپيئر جي رومانوي ناٽڪ Romue Jualit جو ترجمو "گُلزار ۽ گُلنار" نالي سان ڪڏهن ٿيو؟

(الف) ١٩٠٩ع (ب) ١٩١١ع

(ج) ١٩١٢ع (د) ١٩١٣ع

57. سنڌيءَ ۾ ڊرامي تي لکيل ڪتاب "سجا سيج پلنگ" جي مصنف جو نالو ٻڌايو؟

(الف) منگها رام ملڪاڻي (ب) چنو شبير ناز

(ج) پوپٽي هيرا نندڻاڻي (د) ممتاز مهر

58. شيڪسپيئر جي دُکدائڪ ناٽڪ King Lear جو ترجمو مرزا قليچ بيگ ڪهڙي نالي سان ڪيو؟

(الف) ڪروڙ پتي (ب) سفيد وحشي

(ج) شاهه ايليا (د) خورشيد

59. مرزا قليچ بيگ ١٩٠٥ع ۾ ڪهڙو ڊرامو لکيو؟

(الف) فيروز دل افروز (ب) ماستر

(ج) ڊزن ڊائلاگ (د) همسفر

60. ڊرامو موتيي جي مُڪڙي ڪنهن لکيو؟

(الف) خان چند درياڻي (ب) مرزا قليچ بيگ

(ج) رشيد احمد لاشاري (د) زينت چنا

61. مالهڻ ڊرامي جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) الله بخش ٽالپُر (ب) غُلام محمد لاکو

(ج) تاج صحرائي (د) علي بابا

62. الله بچائي لغاريءَ جي لکيل ڊرامي جو نالو ٻڌايو؟

(الف) گونگي زال (ب) شونهن ۽ سوداءُ

(ج) اهي ٻئي آهن (د) ٻئي نہ آهن

63. "لهرين لک لباس" اصل ۾ ڪنهن جي ڊرامي تان ترجمون ٿيل آهي؟

(الف) پنج تنتر (ب) توفيق الحڪم

(ج) ڪليا دمنا (د) انهن مان ڪو بہ نہ

64. "راڻيءَ جي ڪهاڻي" ڊرامي جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) شوڪت حُسين شورو (ب) ممتاز مرزا

(ج) عبدالقادر جُوڻيجو (د) آغا سليم

65. ورهاڱي کان پوءِ سڀ کان پهريون ڊرامو ڪهڙو لکيو ويو؟

(الف) نادر شاهہ (ب) شهنشاهہ اڪبر

(ج) اڪبرِ اعظم (د) يوسف زليخا

66. لڇمڻ ڪومل جو سنگيت تي مُشتمل طويل ڊرامو ڪهڙو آهي؟

(الف) سُر سورٺ (ب) مُومل راڻو

(ج) سُهڻي ساهڙ سنگ (د) اهي سيئي آهن

67. گوبند مالهيءَ جي ناٽڪ جو نالو ٻڌايو؟

(الف) گهوٽ ڪُنوار (ب) گُستاخي معاف

(ج) سنڌوءَ جو سوڳند (د) اهي سيئي آهن

68. ممتاز مرزا جو لکيل ڊرامون ١٩٦٣ع ۾ ڪهڙي نالي سان پيش ڪيو ويو؟

(الف) آخري رات (ب) تعبير

(ج) فيصلو (د) ماءُ ۽ محبت

69. موسيقار احمد غُلام علي چاڳلا جو لکيل ڊرامو ڪهڙو آهي؟

(الف) نُور جهان (ب) خوني

(ج) ماستر (د) گُلن جي ٽوڪري

70. "مُلڪ جا مُدبر" ڊرامون ڪهڙي ڊراما نويس جو لکيل آهي؟

(الف) پرما نند ميوا رام (ب) خان چند درياڻي

(ج) عبدالرزاق راز (د) جمال ابڙو

71. ڊرامو "شيخ چلي ۽ اڳڻ مسخرو" ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) ڪوڙو چندن مل (ب) لعل چند امر ڏنو مل

(ج) مرزا قليچ بيگ (د) ڪلياڻ آڏواڻي

72. خوبصُورت بلا ڊرامو ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) ڪشن چند بيوَس (ب) نانڪ رام

(ج) ليک راج عزيز (د) ڪو بہ نہ

73. هيٺين مان ڪهڙو ڊرامو مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي؟

(الف) شيرين فرهاد (ب) شهريار شهر بانو

(ج) بدر مُنير ۽ بينظير (د) اهي سيئي آهن

74. سماجي ننڍو ناٽڪ "سچائي موڙي" ڪهڙي ناٽڪ نويس جو لکيل آهي؟

(الف) محمد عُثمان ڏيپلائي (ب) لال چند امر ڏنو مل

(ج) رام پنجواڻي (د) حبيب الله ڀُٽو

75. مارئيءَ ۽ ملير جي موضوع تي ڊرامو "ماءُ جي محبت" ڪهڙي ناٽڪ نويس جو آهي؟

(الف) جيوَت چاولا (ب) ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي

(ج) محمد اسماعيل عُرساڻي (د) مرزا گُل حسن ڪربلائي

76. عُمر مارئيءَ جي قصي تي ٻڌل ناٽڪ "پکي ۾ پدمڻي" ڪهڙي ناٽڪ نگار جو لکيل آهي؟

(الف) رام پنجواڻي (ب) آغا سليم

(ج) ڪاڪو ڀيرو مل (د) عُثمان علي انصاري

77. هيٺين مان ڪهڙو ڊرامو منگها رام ملڪاڻيءَ جو آهي؟

(الف) اڪيلي دل (ب) ٻي زال

(ج) ٻه ڀينر (د) اهي سيئي آهن

78. مزاح تي ٻڌل ڊرامو مسٽر مجنون ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) احمد غُلام علي چاڳلا (ب) غُلام نبي مُغل

(ج) آغا غُلام نبي (د) ليکراج عزيز

79. ڊرامي "پريت جي ريت" جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) منگها رام ملڪاڻي (ب) پارو مل ڪيول راماڻي

(ج) نانڪ رام چنداڻي (د) ٺاڪُر داس ورما

80. ڊرامو جُرم وفا شيڪسپيئر جي Cymbeline جو ترجمو ڪهڙي سنڌي ليکڪ ڪيو آهي؟

(الف) ڀيرو مل مهر چند (ب) ڪشن چند عزيز

(ج) عَثمان علي انصاري (د) مولوي دلدار حُسين

81. احمد غُلام علي چاڳلا ابسن جي Gost جو ترجمو ڪهڙي نالي سان ڪيو؟

(الف) جن (ب) شهزادو (ج) ڀُوت (د) راڻو

82. سسئيءَ جي ڪردار بابت لال چند امر ڏنو مل ڪهڙي نالي سان ڊرامو لکيو؟
(الف) سهجان جي سڪ (ب) سسئيءَ جي سڪ
(ج) سسئي پنهون (د) سسئيءَ جي محبت
83. گجراتي ناٽڪ تان ورتل ڊرامو محمد عثمان ڊِيپلائيءَ ڪهڙي نالي سان لکيو؟
(الف) خورشيد (ب) روبينا (ج) غزالا ڪيفي (د) ڪو به نه
84. ڊرامو "ايڪتا جو آلاپ" رئنگول جي Melting Pot جو ترجمو ڪهڙي ڊراما نويس ڪيو؟
(الف) آسانند مامتو راءِ (ب) پيرو مل مهر چند
(ج) منگها رام ملڪاڻي (د) خان چند درياڻي
85. مومل راڻو داستان تي ٻڌل ناٽڪ خان چند درياڻيءَ ڪهڙي نالي سان لکيو؟
(الف) مومل راڻو (ب) مومل جا مجاز
(ج) مومل (د) مومل جي ماڙي
86. ڊرامو "زمينداري ظلم" خان چند درياڻيءَ جو ڪهڙي حوالي سان لکيل آهي؟
(الف) سماجي (ب) سياسي (ج) ثقافتي (د) تعليمي
87. ليکراج عزيز جو سماجي ناٽڪ ڪهڙي نالي سان لکيل آهي؟
(الف) ٻڪ جو شڪار (ب) غريبان مار
(ج) روپ بهروپ (د) رچ
88. ڪتاب "ڪن جي خطا" ڪهڙيءَ صنف تي آڌاريل آهي؟
(الف) ناول (ب) افسانو (ج) ڊرامو (د) مضمون
89. چيئنمل پرسرام جو بهترين سماجي ڊرامو ڪهڙي نالي سان لکيل آهي؟
(الف) موهني (ب) موهني بائي (ج) موهڻي وينا (د) ڪو به نه

90. نابلاڪ جي ناٽڪ تان منگھا رام ملڪاڻيءَ ڪھڙي نالي سان ڊرامو لکيو؟

(الف) خوشحال (ب) خوشگوار (ج) خوشنصيب (د) قسمت

91. ڊرامو "شاديءَ جون ھيڙبون" ڪھڙي ليکڪ ترجمون ڪيو؟

(الف) ايل ايل ڏوڏيجا (ب) پوپٽي ھيرا ننداڻي

(ج) جيوت چاولا (د) ڏيا رام سياڻي

92. نانڪ رام ڌرم داس اُرْدو ناٽڪ "خواب ھستيءَ" جو ترجمو ڪھڙي نالي سان ڪيو؟

(الف) چندو (ب) خُوبصُورت بلا

(ج) نيڪ انجام (د) فريبي فتنو

93. بُلبُل بيمار مشھُور ڊرامو ڪھڙي ليکڪ جو آھي؟

(الف) ڀيرُو مل مھر چند آڏواڻيءَ (ب) ڏيا رام گدُو مل

(ج) نارائڻ داس ڀمڀاڻيءَ (د) صاحب سنگھ چندا سنگھ جو

94. ڀيرو مل مھر چند آڏواڻيءَ ڊرامو "علي بابا چاليھ چور" ڪھڙي سن ۾ لکيو؟

(الف) ١٩٠٢ع (ب) ١٩٠٣ع

(ج) ١٩٠٤ع (د) ١٩٠٥ع

95. ڊرامو "موت کان پوءِ" ڪنھن جو ريڊيو ناٽڪ آھي؟

(الف) علي بابا (ب) ممتاز مرزا (ج) قمر شھباز (د) اشرف بلوچ

96. ڊرامو "واپسي" ڪنھن لکيو آھي؟

(الف) رھبر ڀٽيءَ (ب) آغا سليم

(ج) احمد علي چانڊيئي (د) ڪنھن بہ نہ

97. ممتاز مرزا جو سماجي ريڊيو ڊرامو ڪھڙي نالي سان پيش ٿيل آھي؟

(الف) ڪنول (ب) رضيا سُلطان

(ج) ماءُ ۽ محبت (د) سنڌ باد جھازي

98. ناٽڪ "طوفان کان پوءِ" ڪهڙي اديب جو لکيل آهي؟

(الف) غُلام محمد گرامي (ب) طارق عالَم ابڙو

(ج) قمر شهباز (د) علي بابا

99. هيٺين مان ڪهڙو ڊرامون ممتاز مرزا جو لکيل آهي؟

(الف) ڪي ڏُور ٻه اوڏا شيرين (ب) سِتارن بنا رات

(ج) فيصلو (د) اهي سيئي آهن

100. "عاشق زهر پياڪ" ڊرامو ڪهڙي ڊرامي نويس جو لکيل آهي؟

(الف) ممتاز مرزا (ب) قاضي خادم

(ج) امر جليل (د) رشيد ڀٽي

## ڊراما (معرُوضي سُوالن جا جواب)

1. (ب)
2. (الف)
3. (ب)
4. (ج)
5. (ب)
6. (الف)
7. (ب)
8. (ب)
9. (الف)
10. (ب)
11. (الف)
12. (ب)

13. (الف)
14. (الف)
15. (د)
16. (الف)
17. (ج)
18. (ب)
19. (ب)
20. (ب)
21. (ج)
22. (ب)
23. (ج)
24. (الف)
25. (ب)
26. (الف)
27. (الف)
28. (د)
29. (الف)
30. (الف)
31. (ب)
32. (الف)
33. (ج)
34. (ج)

35. (ب)
36. (د)
37. (د)
38. (د)
39. (الف)
40. (ب)
41. (د)
42. (الف)
43. (ب)
44. (الف)
45. (د)
46. (الف)
47. (الف)
48. (ب)
49. (ج)
50. (ج)
51. (ج)
52. (ج)
53. (د)
54. (ج)
55. (الف)
56. (الف)

57. (ب)
58. (ج)
59. (الف)
60. (الف)
61. (الف)
62. (ج)
63. (ب)
64. (ج)
65. (ب)
66. (د)
67. (د)
68. (ب)
69. (ب)
70. (ب)
71. (ج)
72. (الف)
73. (د)
74. (الف)
75. (د)
76. (الف)
77. (د)
78. (د)

79. (الف)
80. (ج)
81. (ج)
82. (الف)
83. (الف)
84. (ج)
85. (الف)
86. (الف)
87. (ب)
88. (ج)
89. (ج)
90. (د)
91. (الف)
92. (ج)
93. (الف)
94. (ب)
95. (ب)
96. (ب)
97. (ج)
98. (ب)
99. (د)
100. (د)

# لوڪ ادب

1. لوڪ ادب جي لفظي معنيٰ ڇا آهي؟

(الف) خاص ماڻهن جو ادب (ب) عام ماڻهوءَ جو ادب

(ج) سماجي ادب (د) ثقافتي ادب

2. لفظ پروليءَ جي معنيٰ ٻڌايو؟

(الف) ڳجهي معنيٰ ڳولهڻ (ب) مذاق ڪرڻ

(ج) لفظ ٺاهڻ (د) طنز ڪرڻ

3. سنڌي ٻوليءَ جي عام ادب ۾ اهي لفظ جيڪي ٺيٺ ٻهراڙيءَ ۾ عام مروج آهن

تن کي ڇا چئجي ٿو؟

(الف) روايتي ادب (ب) لوڪ ادب

(ج) رزميا ادب (د) ڪو بہ نہ

4. سنڌي لوڪ ادب جو محافظ ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟

(الف) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (ب) ڊاڪٽر غلام علي الانا

(ج) عبدالجبار جوڻيجو (د) ڪو بہ نہ

5. "عشقيا داستان" ڪتاب ڪهڙي سن ۾ ڇپيو؟

(الف) 1967ع (ب) 1968ع

(ج) 1969ع (د) 1970ع

6. لوڪ ادب جي تخليقڪار کي ڇا چئبو آهي؟

(الف) شاعر (ب) سگهڙ (ج) ڏاهو (د) اديب

7. "سڳنڌ" نالي ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) سانوڻ فقير (ب) ڪبير شاهه

(ج) عطا حسين شاهه موسوي (د) دادا سنڌي

8. سانوڻ فقير ڪهڙيءَ صنف جو لوڪ شاعر هو؟

(الف) نڙ بيت (ب) ڌهس نامون (ج) لوڪ گيت (د) جمالو

9. "لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو" ڪنهن جو لکيل ڪتاب آهي؟

(الف) ڊاڪٽر سراج الحق ميمڻ (ب) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنڌيلو

(ج) ڊاڪٽر مُرلي ڌر جيٽلي (د) الطاف شيخ

10. مورو بنيادي طور تي سنڌ جي ڪهڙي علائقي جو محبوب گيت آهي؟

(الف) لاڙڪاڻو (ب) گجرات (ج) ٿر (د) ڪوهستان

11. جلال ڪٽي لوڪ ادب جي ڪهڙيءَ صنف جو مشهُور شاعر هو؟

(الف) مداح (ب) مولود (ج) سينگار (د) نڙ بيت

12. ڪتاب "سنڌي لوڪ ادب جي ارتقائي تاريخ" ڪنهن جو لکيل آهي؟

(الف) الله بخش نظاماڻي (ب) خليق مورائي

(ج) محمد اسماعيل عُرساڻي (د) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

13. "سنڌ جا عوامي ڪردار" ڪتاب جي مصنف جو نالو ٻڌايو؟

(الف) مولائي شيدائي (ب) بشير مورياڻي

(ج) وتايو فقير (د) دادا سنڌي

14. "ٻيلاين جا ٻول" ڪتاب ڪهڙي محقق جو لکيل آهي؟

(الف) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (ب) ڊاڪٽر غُلام علي الانا

(ج) ڊاڪٽر سراج (د) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنڌيلو

15. ڊاڪٽر دُر محمد پٺاڻ جي لکيل ڪتاب جو نالو ٻڌايو؟

(الف) املھ ماڻڪ (ب) موتين مُٺ ملوڪ جي

(ج) سُڳنڌ (د) پنج گنج

16. "پھاڪن جي پاڙ" ڪتاب جو ليکڪ ڪير آهي؟

(الف) ڊاڪٽر نواز علي شوق (ب) نجم عباسي

(ج) عبدالڪريم سنديلو (د) غُلام قادر سومرو

17. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب جو نالو ٻڌايو؟

(الف) مناقبا (ب) مداحون ۽ مناجاتون

(ج) جنگناما (د) اِهي سيئي آهن

18. ڪتاب سنڌي سينگار شاعريءَ جي مُصنف جو نالو ڇا آهي؟

(الف) غلام نبي مُغل (ب) ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو

(ج) محمد خان مجيدي (د) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

19. محمد اسماعيل عَرساڻيءَ جي ڪتاب جو نالو ٻڌايو؟

(الف) سنڌي ورجيسي بولي (ب) لوڪ ادب

(ج) سنڌي پھاڪا (د) لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو

20. سماجي مھراڻ جو لوڪ نمبر ڪھڙي سال ۾ شايع ٿيو؟

(الف) 1991ع (ب) 1992ع

(ج) 1993ع (د) 1994ع

21. ڊاڪٽر مُرلي ڌر جيتلي لوڪ ادب بابت ڪھڙي نالي سان ڪتاب لکيو؟

(الف) سنڌي پھاڪا (ب) هندي پھاڪا

(ج) گجراتي پھاڪا (د) ڪو بہ نہ

22. مناجات جي لفظي معنيٰ ٻڌايو؟

(الف) ٻانهن سڳورنﷺ سان حال اورڻ (ب) الله تعاليٰ سان حال اورڻ

(ج) پنهنجي پاڻ سان ڳالهائڻ (د) خاموش رهڻ

23. نڙ وَڄائڻ واري کي ڇا چئبو آهي؟

(الف) نڙ وڄائڻ وارو (ب) نڙائي (ج) نڙ ڏيڻ (د) نڙ وڻڻ

24. نڙ تي بيت ڏيڻ واري کي ڇا چيو ويندو آهي؟

(الف) بيت ڏيندڙ (ب) نڙائي (ج) بيتائي (د) نڙ بيت

25. سنڌي لوڪ شاعريءَ جو پهريون سگهڙ شاعر ڪير هو؟

(الف) لطف الله بدوي (ب) مخدوم احمد ڀٽي

(ج) مير عبدالحسين خان سانگي (د) مخدوم هاشم ٺٽوي

26. "لوڪ گيت" تي پهريون ڪتاب ڪنهن مرتب ڪيو؟

(الف) مُراد علي مرزا (ب) علي نواز جتوئي

(ج) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (د) ڊاڪٽر غُلام علي الانا

27. ٿر جا ماڻهو ڪکن ۽ ڪانين جي ٺهيل گول گهرن ۾ رهن ٿا. انهن کي ڇا چئبو آهي؟

(الف) چونرا (ب) جهوپڙيون (ج) ڪچا گهر (د) پڪا گهر

28. لوڪ ادب جي شروعات ڪهڙي دور ۾ ٿي؟

(الف) ٽالپرن جي دور ۾ (ب) ڪلهوڙن جي دور ۾

(ج) انگريزن جي دور ۾ (د) جديد دور ۾

29. سنڌي مرثيي جو بُنياد ڪهڙي شاعر وڌو؟

(الف) مرزا قليچ بيگ (ب) سيد ثابت علي شاهہ

(ج) قاضي غلام علي (د) مولائي شيدائي

30. شاعريءَ ۾ مدح جي صنف جو موجد ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟

(الف) سانوڻ فقير (ب) تمر فقير

(ج) ڄُمن چارڻ (د) محمد عثمان ڏيپلائي

31. شاعريءَ جي ڪهڙيءَ صنف ۾ محبوب جي هار سينگار، حسن ۽ جمال جي ساراهه ڪئي وڃي ٿي؟

(الف) غزل (ب) نژبيت (ج) سنيگار (د) وائي

32. اُهو مرثيو جيڪو مستزاد جي نمُوني تي لکيل هجي يا نه هجي پر جنهن ۾ وين جا شعر وڌيڪ هجن، جن کي هميشه الحان سان پڙهي ماتم ڪجي، اُن کي ڇا چئجي ٿو؟

(الف) مرثيو (ب) نوحو (ج) مداح (د) رباعي

33. ڪتاب "عروس ڪربلا" جي مُصنف جو نالو ٻڌايو؟

(الف) يوسف سنڌي (ب) شيخ اياز

(ج) تاج جويو (د) محمد صالح محمد ابراهيم مالائي

34. شاعريءَ ۾ مناجات جي صنف جو موجد ڪير آهي؟

(الف) مخدوم عبدالله عرف مياڻ موريو (ب) بيدل

(ج) حمل فقير (د) مير عبدالحُسين خان سانگي

35. شاعريءَ جي صنف "هجو گوئي" جو موجد ڪير هو؟

(الف) طالب المولىٰ (ب) ثابت علي شاهه

(ج) علي نواز وڳڻ (د) شگهڙ لال ڏنو

36. سسئي پُنهونءَ جي قصي کي سڀ کان پهريان ڪنهن لکيو هو؟

(الف) عبدالجبار جوڻيجو (ب) مرزا قليچ بيگ

(ج) آخوند عزيزالله (د) بيدل فقير

87) شرجيل

88) شازيا پتافي

89) شير مهراڻي

(ص)

90) صاحب سنگھ چندا سنگھ

91) صديق ميمڻ

(ض)

92) ضيا الدين

(ط)

93) طالب المولیٰ

94) طارق اشرف

(ع)

95) عبدالحسين شاھ موسوي

96) عبدالخليق مورائي

97) علي احمد بروهي

98) علي بابا

99) عبدالقادر جوڻيجو

100) علامه آءِ آءِ قاضي

101) عبدالجبار جوڻيجو

102) عبدالڪريم پلي

103) عطا محمد ڀنڀرو

(ف)

122) فضل احمد بچاڻي

123) فهميده حسين ميمڻ

124) فتاح ملڪ

125) فتاح عابد

126) فدا سرهيو

127) فيض بخشا پوري

(ق)

128) قبول ابڙو

129) قمر شهباز

130) قاضي خادم

131) قاضي فيض محمد

132) قاضي علي اڪبر درازي

133) ڪمال ڄامڙو

134) ڪلياڻ آڏواڻي

135) ڪيرت ٻاٻاڻي

136) ڪي ايس ناگپال

137) ڪليم لاشاري

138) ڪريم بخش خالد

157) محمد بخش جوهر
158) محسن ڪڪڙائي
159) موهن ڪلپنا
160) ممتاز مرزا
161) محمد اسماعيل عرساڻي
162) منشي ابراهيم
163) محمد خان مجيدي
164) ماڻڪ سنڌي
165) مراد علي مرزا
166) مهتاب محبوب
167) مشتاق شورو
168) ممتاز مهر
169) مدد علي سنڌي
170) مدد علي پناهه
171) مقصود گل
172) محمد يوسف پنهور
173) محمد انور بلوچ
174) مختيار احمد ملاح

(ن)

175) نبي بخش خان بلوچ
176) نجم عباسي

177) نسيم کرل
178) ناتوان
179) نذير ناز
180) ناز سنائي
181) نورالدين سرکي
182) نياز همايوني
183) نارائڻ شيام
184) نثار بزمي
185) نصير سومرو
186) نورالهدي شاھ

(و)

187) ولي رام ولڀ
188) وفا ناٿن شاهي
189) وسيم سومرو

(ھ)

190) هدايت پريم
191) هيرو شيوَڪاڻي
192) هري دلگير
193) هري موٽواڻي

ي

194) ياسر منگي
195) ياسر قاضي

# سنڌي اديبن جي ڊائريڪٽري

## آ

**آغا سليم**

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | آغا خالد سليم |
| پيءُ جو نالو: | آغا عبدالڪريم خان |
| ڄمڻ جو سن: | 7 اپريل ١٩٣٦ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | شڪارپُور |
| صنف: | ڪهاڻيون، ڊراما، شاعري ۽ ناول |
| ڪتاب: | اُونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) |
| | همہ اوست (ناول) |
| | روشنيءَ جي تلاش (ناول) |
| | اڻ پُورو انسان (ناول) |
| | چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) |
| | ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) |
| | گُل ڦنو گِرنار جو (ڊرامون) |
| | شڪ جي وَستي (ڊرامون) |
| | ٻَن ڇڻ ۽ چنڊ (شاعري) |
| | جهُولي لال (سفر نامون) |

آغا تاج محمد

اصلي نالو: آغا تاج محمد

پيءُ جو نالو: آغا عبدالمجيد خان پٺاڻ

ڄمڻ جو سن: ١٦هين سيپٽمبر ١٩٠۴ع

وڇوڙي جو سن: ١٠هين آڪٽوبر ١٩٥٩ع

ڄمڻ جو هنڌ: سکر

صنف: علم رياضي، لسانيات، جاگرافيءَ ۽ اخلاقيات جو ماهر

ڪتاب: نئون سنڌي گرامر

جاميٽري

اصُولي انگي حساب

اخلاقي سبق

ٻاراڻيون ڳالهيون

سنڌيءَ جو سليس قاعدو

عڪسِ لطيف

سيرتِ منصُور

آثم ناٿن شاهي

اصلي نالو: غُلام رسُول سولنگي

پيءُ جو نالو: الهہ بخش سولنگي

ڄمڻ جو سن: ٻي جنوري ١٩٣٧ع

ڄمڻ جو هنڌ: خيرپور ناٿن شاهہ، ضلعو دادو

صنف: شاعري

ڪتاب: ڪَتين ڪر موڙيا (شاعري)

اندر سارو اُڄ (شاعري)

تاريخ جو مُطالعو (نثر)

ٻه رُوپ (شاعري)

جڏهن اُلا اُڀ ۾ (شاعري)

لهرون لهرون لاٽ (شاعري)

## آفتاب ابڙو

اصلي نالو: عبدالله ابڙو

پيءُ جو نالو: حافظ سعدالله ابڙو

ڄمڻ جو سن: پهرين مارچ ١٩٥٦ع

ڄمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

صنف: لُغات، لطيفيات ۽ لسانيات

ڪتاب: شاهه جي ٻولي

جُونيئر اسڪُول ڊڪشنري

اسڪُول ڊڪشنري

انگريز دور ۾ سنڌي رسم الخط جي ترقي

ماحولياتي ڄاڻ

نم جو وڻ

علامه آءِ آءِ قاضي (شخصيات)

## آزاد قاضي

اصلي نالو: عبدالاحد

ڄمڻ جو سن: ١٥هين نومبر ١٩٥٦ع

ڄمڻ جو هنڌ: ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو

صنف: مُحقق، مُترجم ۽ مُرتب

ڪتاب: سوڀ سدائين سچ جي (تحقيق)

شاهه لطيف هڪ مُطالعو (مُرتب)

انقلاب جي ماءُ (ترجمو)

سُلطان الاولياءُ خواجا محمد زمان (ترتيب)

سيد جي ڪهاڻي شاعر جي زباني

روس جو سير

حاصل جنين حال

سنڌ جُون انقلابي عورتون

ورچي نہ ويٺي

قول فيصل (ترجمو)

## آزاد سميجو

اصلي نالو: عبدالڪريم سميجو

پيءُ جو نالو: اسحاق سميجو

ڄمڻ جو سن: پهرين مارچ ١٩٨١ع

ڄمڻ جو هنڌ: ٿرپارڪر

صنف: لسانيات، لُغات، ترجمه نگاري، تاريخ ۽ تنقيد

كتاب: جامع ڏاتڪي لُغات
تڪراري مفصل سنڌي لغت
نسب نامه سنڌ تاريخ
قصص الانبياءَ
ٻانڪي لپيءَ جي ٻاڃ رسم الخط
اکرن کان جُملن جو سفر، درسي ڪتاب (پهرئين کان اٺين درجي تائين)
سنڌي نصاب پهرئين کان اٺين درجي تائين
آسان سنڌي پهرئين کان اٺين درجي تائين
نئي عملي سائنس اُردو / پهرئين کان پنجين درجي تائين
آسان اُردو پهرئين کان اٺين درجي تائين
جديد سائنس پهرئين کان اٺين درجي تائين
رياضياتي مينوئل (سکيا جو ڪتاب)
ٻوليائي مينوئل (سکيا جو ڪتاب)
گهڻ درجاتي تعليم مينوئل (سکيا جو ڪتاب)
اُستادن جا گائيڊ (پهرئين کان اٺين درجي تائين)

## الف

### اجمل بيگ مرزا

اصلي نالو: اجمل بيگ مرزا
والد جو نالو: قليچ بيگ مرزا
جنم جي تاريخ: ٢١هين اپريل ١٩٢٣ع
جنم جو هنڌ: ٽنڊو ٺوڙهو، حيدرآباد سنڌ

تعليم: ايم اي
ڌنڌو: خوراڪ کاتي، سنڌ حڪومت ۾ مُلازم
صنف: شعر، شاعري ۽ نثر
تصنيفون:
سُر حُسيني (لطيفيات) ١٩٥١ع
دُنيا جي نئين جاگرافي ١٩٥٢ع
تاريخ ١٩٥٣ع
انگلينڊ جي تاريخ ١٩٥٣ع
نئين ائٽلس جاگرافي ١٩٥٨ع
رنگين جاگرافي پاڪستان ١٩٥٨ع
شاھ ناما عرب عُرف منظُوم تاريخِ اسلام ١٩٦٦ع
علم بدن ۽ صحت (سائنس) ١٩٦٦ع
علم طبعي (سائنس) ١٩٦٦ع
انتخاب از گُلستان و بوستان (شاعري) ١٩٦٦ع
سُر سارنگ (لطيفيات) ١٩٦٦ع
مهاڳ رباعيون (تنقيد) ١٩٦٦ع

احسان بدوي

اصلي نالو: احسان احمد
والد جو نالو: لُطف الله بدوي
جمڻ جي تاريخ: ١٤هين اپريل ١٩٢٥ع
جمڻ جو هنڌ: شڪارپُور سنڌ
تعليم: بي اي آنرس، ايم اي

ڌنڌو: پروفيسر

صنف: شاعري، نثر ۽ تنقيد

| | | |
|---|---|---|
| تصنيفون: | ناظِم حکمت (تنقيد) | ١٩٥۴ع |
| | تنقيد ۽ تنقيد نگاري | ١٩٥٩ع |
| | تاريخ ۽ شهريت | ١٩٦٢ع |
| | وڏنڌڙ آکاڻيون | ١٩٦٣ع |
| | سنڌي ڇهون ڪتاب | ١٩٧١ع |
| | ڊان ويسٽ ۽ اُن جي شاعري | ١٩٧١ع |
| | اسلامي تعليم | ١٩٧١ع |
| | سير ۽ سفر | ١٩٧١ع |
| | انقلاب جو فلسفو | ١٩٧١ع |
| | سانگي ۽ اُن جي شاعري | ١٩٧١ع |
| | مذهبي تعليم | ١٩٧١ع |

احمد چاڱلا

اصلي نالو: احمد چاڱلا

والد جو نالو: غُلام علي چاڱلا

ڄمڻ جي تاريخ: ١٩٠٢ع

ڄمڻ جو هنڌ: ڪراچي سنڌ

وفات: ١٩٥٣ع

ڌنڌو: واپار

صنف: نثر ۽ ڊراما

تصنيفون: خوني (ناٽڪ)
ٻوٽ (ناٽڪ)
جيڪا تقدير (ناٽڪ)
ديس جو دشمن (ناٽڪ)
گڏيءَ جو گهر (ناٽڪ)

**اختر بلوچ**

اصلي نالو: زرين اختر بلوچ
پيءُ جو نالو: عبدالرحمان پليجو
ڄمڻ جي تاريخ: ١٦هين ڊسمبر ١٩٥١ع
ڄمڻ جو هنڌ: ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ
تعليم: بي اي
ڌنڌو: ماسترياڻي
صنف: نثر
تصنيفون: قيدياڻيءَ جي ڊائري (شخصيات)

**الطاف شيخ**

اصلي نالو: الطاف شيخ
پيءُ جو نالو: گُل محمد شيخ
ڄمڻ جي تاريخ: ١۴هين نومبر ١٩۴۴ع
ڄمڻ جو هنڌ: هالا نوان، مٽياري سنڌ
تعليم: بي اي
ڌنڌو: مئرين انجنيئر، نيشنل شپنگ ڪارپوريشن

صنف: نثر نگاري، ڪالم نويسي، لوڪ ادب نگاري، ترجمي نگاري، ٻاراڻو ادب سرجڻ، ڪهاڻيڪاري ۽ سفر ناما نويسي

تصنيفون: ٧٠ کان مٿي ڇپيل ڪتاب

اناميڪا (ڪهاڻيون) ١٩٦٦ع

پيار جي گهت (ڪهاڻيون) ١٩٨٢ع

خُدا ڏي خط (ترجمون) ١٩٨٢ع

ماستر هريام جو بينڪاڪ وڃڻ (ترجمون) ١٩٨٧ع

Proverbs of Fareast

زندگي آهي گهوٽ سان (ٻهاڪا ۽ چوڻيون)

ٽوڪيو جي گيشيا گرل (ناول جو ترجمون)

مس سدا بهار چنبيلي (ناول جو ترجمون)

مُنهنجو ساگر مُنهنجو ساحل (سفر نامون)

وايون وڻجارن جون

بندر بازاريون

ڇا جو ديس ڇا جو ويس

موج نہ سهي مڪڙي

مڪليءَ کان ملاڪا تائين

دنگي منجهہ درياهہ

جت جر وَهي ٿو جال

ملير کان مالمو

ملائيشيا مُنهنجي من ۾

يورپ کي دن (اُردو)

ڪراچي سي ڪوپن هيگن

سمندر کي دن سمندر کي باتين

ملائيشيا کي دن

## الله بخش ٽالپر

اصلي نالو: الله بخش ٽالپر

پيءُ جو نالو: رئيس حُسين ٽالپر

ڄمڻ جي تاريخ: ١٩١٤ع

ڄمڻ جو هنڌ: ڳوٺ درياهه خان، هالا، مٽياري سنڌ

صنف: تعليمي ماهر، مُحقق، ترجمي نگار

تصنيفون: سروس بُڪ

سنڌي گرامر ١٩٥٥ع

سنڌي درسي ڪتاب (چوٿون، پنجون، ستون ۽ آٺون درجو)

چوٿين، پنجين ۽ ڇهين درجي لاءِ ٽيچرس گائيڊ

ٻئي، ٽئين، چوٿين ۽ پنجين درجي لاءِ انگي حساب

ٽئين درجي لاءِ نئون انگي حساب

درجي چوٿين لاءِ سماجي اڀياس

جاگرافي سنڌ

تاريخ پاڪستان

هوم اڪنامڪس

زراعت ۽ باغباني

بجليءَ جو ڪم

ڪاٺ جو ڪم

مضمُون نويسي (ٻاگو ٻهريون ۽ ٻيو)

ڪشڪول (مضمُون)

پرديسيءَ جو پيار

وتايو فقير (سوانح)

اُداسيءَ جون آهون (ناول)

ڀاڪن جي پيڙهه (لوڪ ادب)

سُر سهڻيءَ جي شرح (لطيفيات)

مالڻ (ناول)

راهه بغاوت (ناول)

فيلسوف (فلسفي جو ترجمو)

## الله بخش عُقيلي

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | الله بخش |
| پيءُ جو نالو: | حافظ حاجي محمد صديق عُقيلي |
| ڄمڻ جي تاريخ: | ١٩٠٧ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | ٺٽو |
| صنف: | تنقيد، تحقيق، تاريخ، ناول ۽ فلسفو وغيره |
| تصنيفون: | خالد بن وليد (ناول) ١٩٢٩ع |
| | انوار سهيلي |
| | رموزالنساء (آڪا[illegible]ون) ١٩٢٠ع |
| | سنڌ جو ترانو (شاعري) ١٩٢٣ع |

ادب ۽ مهدي تحريڪ (تنقيد) ١٩٥٢ع

سنڌي ادب جي مُختصر تاريخ (ادب و علم)

تصوُف جي مُختصر تاريخ (فلسفو)

سنڌي صُورت خطيءَ جو بُنياد (لسانيات)

قاضي قاضن (شخصيات)

بزمِ طالب المولىٰ ١٩٥٨ع

## احمد خان مصراڻي

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | احمد خان مصراڻي |
| پيءُ جو نالو: | محمد اسماعيل مصراڻي |
| ڄمڻ جي تاريخ: | ١٩٢٢ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | ضلعو دادو |
| صنف: | شاعري ۽ نثر |
| تصنيفون: | ارمغان آصف (شاعري) |

گلزار چنبيلي (ٻه ڀاڱا، شاعري)

همايون ناما (تاريخ)

سيرت خواجا اويس قرني

شڪستا حال شهزاديون

روميءَ جون رهاڻيون

قصص الانبياءُ

اَملھ ماڻڪ

جاگرافي ضلعو دادو

جاگرافي تعلقو خيرپور ناٿن شاهه

## اُستاد بُخاري

اصلي نالو: احمد شاهہ بُخاري

پيءُ جو نالو: سيد حاجن شاهہ بُخاري

جنم جي تاريخ: ١٩٣٠ع

وفات: ١٩٩٢ع

جنم جو هنڌ: ضلعو دادو

صنف: قومي ۽ عشقيا شاعري

تصنيفون: ٢٥ کان مٿي ڪتاب

گيت اسان جا جيت اسان جي

ڪوڪ يا ڪلياڻ

اوتيون جوتيون

لهر لهر درياهہ

ڪاري ڪڪر هيٺ

ولولو ۽ ووڪ

لهر لهر ۾ لالاڻ

وطن ۽ ويساهہ

ميلا ۽ ملهالا

ڳائي پيو ڄاڳائي پيو

## امداد حُسيني

اصلي نالو: سيد امداد علي شاهہ

پيءُ جو نالو: سيد فضل محمد شاهہ

جنم جي تاريخ: ١٠هين مارچ ١٩٤٠ع

چمڻ جو هنڌ: ٽکڙ وسي ملُوڪ شاهه

صنف: شاعري، ڊراما، تنقيد، ترجما

تصنيفون: امداد آهي رول (شاعري)

شمر شمرِ آشوب (شاعري)

هوا جي سامهون (شاعري)

زينت (ڊرامون / ترجمو)

دودو چنيسر (اُردو ترجمو)

لالان (ترجمو)

طوفان کان پوءِ (ڊرامون)

چوڊول (ڊرامون)

سنڌ جي ديني ادب جو ادب جو ڪيٽيلاگ (ترتيب)

سنڌي ڪتابن جو ڪيٽيلاگ (ترتيب)

## اياز قادري

اصلي نالو: ڊاڪٽر اياز حُسين قادري

پيءُ جو نالو: فقير ميان غُلام سرور

ڄمڻ جي تاريخ: ١٩٢٤ع

وفات جي تاريخ: ١٩٩٧ع

ڄمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

صنف: نقاد، مُحقق، شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ مُترجم

تصنيفون: بلو دادا (ڪهاڻيون)

پرين جون ڪهاڻيون

مٺي، لڏو مان

عشقي داستان
اسان جي آزاديءَ جا اڳواڻ
گورڪيءَ جي آتم ڪهاڻي (ترجمو)
سنڌي غزل جي اوسر (تحقيق)
ڪلام شاهه عبداللطيف ڀٽائي (نثري ترجمو)

## ابن حيات پنهوَر

اصلي نالو: يار محمد پنهور
ادبي نالو: ابن حيات پنهوَر
ڄمڻ جو سن: ١٩١٩ع
وفات جو سن: ٢٠٠٣ع
ڄمڻ جو هنڌ: ڪوٽڙي، هاٿوڪو ضلعو ڄام شورو سنڌ
صنف: مُترجم، مُحقق ۽ ڪهاڻيڪار
تصنيفون: چار ڏاڏا (ڪهاڻيون)
ڪِروڙ پتي (ڪهاڻيون)
تو کي ساري (ڪهاڻيون)
پئي جن پرُوڙ (ڪهاڻيون)
قوم ۽ قوميت
سنڌي ادب ۽ اسان جا اديب
ون يونٽ ۽ مُتحدا محاذ
ماڻهو ۽ ڌرتي
پرهه ڦُٽي
علم ۽ عمل

**امر جليل**

اصلي نالو: قاضي عبدالجليل

ادبي نالو: امر جليل

پيءُ جو نالو: قاضي عبدالغني

ڄمڻ جو سن: ٨ين نومبر ١٩٣٦ع

ڄمڻ جو هنڌ: روهڙي، ضلعو سکر

صنف: ڊراما نويس، ڪالم نگار ۽ ڪهاڻيڪار

تصنيفون: دل جي دُنيا (ڪهاڻيون)

جڏهن مان نہ هُوندس (ڪهاڻيون)

مُنهنجو ڏَس آسمان کان پُڇو (ڪهاڻيون)

تاريخ جو ڪفن

نيٺ گُونگي ڳالهايو

درياهہ تو تي دانهن (ڊرامو)

مٽيءَ جا ماڻهو (ڊرامو)

هُوندا سي حيات (ڊرامو)

**الهداد ٻوهيو**

اصلي نالو: ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو

پيءُ جو نالو: محمد علي ٻوهيو

ڄمڻ جو سن: ١٩٣٤ع

وفات جو سن: ١٩٤٤ع

ڄمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

صنف: نقاد، مُحقق

تصنيفون: سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج (تحقيق)

چٽ وديا (تحقيق)

تنقيدون

ادب جا فڪري مُحرڪ (تنقيد)

سماجي تبديليءَ جي رٿا بندي (سماجيات)

Special Function of Sindhi Language

The Tales Retold

Education and Ideas

ڪُتب خانو (اپياس)

## احمد خان مدهوش

اصلي نالو: احمد خان شومرو

پيءُ جو نالو: حاجي فقير

ڄمڻ جو سن: ١٥هين اپريل ١٩٣١ع

ڄمڻ جو هنڌ: دادو

صنف: شاعري

تصنيفون: دل جُون ڳالهيون

نظر ۾ نظر بند

## انوَر پيرزادو

اصلي نالو: محمد انوَر پيرزادو

پيءُ جو نالو: شفيع محمد پيرزادو

ڄمڻ جو سن: ٢٥هين جنوري ١٩٤٥ع

جمڻ جو هنڌ: ڏوڪري، لاڙڪاڻو
صنف: شاعر، مُترجم، مُحقق ۽ صحافي
تصنيفون: ڦيدياڻيءَ جي ڊائري (ترجمو)
تاريخ مُون کي بي ڏوهي قرار ڏيندي (ترجمو)
اي چنڊ! ڀٽائيءَ کي چئجانءِ (شاعري)
Gift Book on Bhitai
Social Contents in the Shah jo Riasalo

## انعام شيخ

اصلي نالو: انعام الله شيخ
پيءُ جو نالو: حاجي گُل محمد شيخ
جمڻ جو سن: 3 فيبروري ١٩٦٢ع
جمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو
صنف: مُترجم ۽ مضمُون نگار
تصنيفون: سون ورنيون ڳالهيون
سنڌي سماج، ادب ۽ سياست
سوچ جو سفر (ترجمو)
الماس جو آواز (ترجمو)
شونهن، عشق ۽ سنسار (ترجمو)

## امر اقبال

اصلي نالو: محمد اقبال چنو
پيءُ جو نالو: الهه ورايو چنو
جمڻ جو سن: پهرين اپريل ١٩٧٤ع

| | |
|---|---|
| ڄمڻ جو هنڌ: | خيرپور ميرس |
| صنف: | ڪالم نويسي، خاڪا نويسي ۽ شاعري |
| تصنيفون: | سمُنڊ اڪيلو آهي (شاعري) |
| | اکين مان ٽميل نظم (شاعري) |
| | ڇا رکيو آهي امر اقبال ۾؟ (شاعري) |
| | ڪنيِ مورڙين جا (مضمُون ۽ خاڪا) |
| | سرگوشيون (ڪالم) |
| | آءُ اسان وَٽ ويهه (انٽرويو) |
| | ائش ٽري (ريڊيو اسڪرپٽ) |

## اياز گُل

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | اياز علي دَل |
| پيءُ جو نالو: | رجب علي دَل |
| ڄمڻ جو سن: | ٦هين مارچ ١٩٥٩ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | سکر |
| صنف: | شاعري |
| تصنيفون: | ڏُک جي نہ پُڄاڻي آ |
| | گُل ۽ تارا |
| | سوچُون سرها گُل |
| | تو بن ڪهڙا چانورا؟ |
| | ڏينهن ڏئي جا سپنا |
| | پيلا گُل پلاند ۾ |
| | پوان شل قبول |

**اظهر ٻانيڻ**

اصلي نالو: اظهر علي

پيءُ جو نالو: حامد خان ٻانيڻ

ڄمڻ جو سن: ڦهرين آگسٽ ١٩٦١ع

ڄمڻ جو هنڌ: ضلعو خيرپور ميرس

صنف: شاعري

ڪتاب: صحرا ڪٿي هليا

**اشتياق انصاري**

اصلي نالو: اشتياق احمد انصاري

پيءُ جو نالو: الهه بخش انيس انصاري

ڄمڻ جو سن: ٣٠هين جنوري ١٩٥٢ع

ڄمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

صنف: محقق، قديم ماڳن جو ماهر، ڪهاڻيڪار

ڪتاب: سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا (تحقيق)

ڌرتي ماتا (تحقيق)

اوڏ متيءَ جا ڪوڏ (تحقيق)

خيما ڪاهوڙين (سفر نامون)

ووڙيم سڀ وٿاڻ (سفر نامون)

فخر (ڪهاڻيون)

**انور ڪاڪا**

اصلي نالو: انور الدين

والد جو نالو: ميهار

ڄمڻ جي تاريخ: ١٢هين جُون ١٩٧٨ع

صنف: شاعري ۽ ڪهاڻي

ڪتاب: شاعري ۽ ڪهاڻي

ٻارڙن جو حڪيم محمد سعيد

سعيد سيلاني هڪ پيرو ٻيهر لنڊن ۾

نڙيءَ ۾ اٽڪيل سچ (ڪهاڻيون)

خالي هٿ (ڪهاڻيون)

وصيت نامو (نظم)

آلي واريءَ تي بارش (نظم)

**انوَر فگار هَڪڙو**

اصلي نالو: ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو

پيءُ جو نالو: محمد صديق هَڪڙو

ڄمڻ جو سن: ١١هين اپريل ١٩٦١ع

ڄمڻ جو هنڌ: شڪارپُور

صنف: مُحقق ۽ مُرتب

ڪتاب: شڪارپُور شهر جو سنڌي ادب ۾ حصو

سمُنڊ سمايو بُوند ۾

سون برابر سڳڙا

سامي ساگر بُوند ۾

جنم جنم جيت اياز

جي تند برابر توريان

شڪارپُور جي صحافتي تاريخ



**بشير مورياڻي**

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | بشير احمد مورياڻي |
| جنم جو سن: | ١٠هين مارچ ١٩٣٥ع |
| جنم جو هنڌ: | شڪارپُور |
| صنف: | مُترجم، ڪهاڻيڪار ۽ شاعر |
| ڪتاب: | زندگيءَ جي راھ تي (ڪهاڻيون) |
| | اڌوري آڌام (ڪهاڻيون) |
| | اجنبي (ناول) |
| | مشرقي يورپ جي شاعري (ترجمون) |
| | چُونڊ ترڪي ڪهاڻيون (ترجمون) |
| | هنگريءَ جون ڪهاڻيون (ترجمون) |
| | عالمي ادب |

**بردو سنڌي**

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | محمد رمضان لاشاري |
| پيءُ جو نالو: | خُدا ڏنو لاشاري |
| جنم جو سن: | ١٥هين مارچ ١٩٢٢ع |
| وفات جو سن: | ١٩٨٤ع |

جمڻ جو هنڌ: سکر
لقب: گيتن جو بادشاهہ
صنف: قومي ۽ سماجي شاعر
ڪتاب: اڪرُيون ميگهہ ملهار (شاعري)
ٻُوندون بس نہ ڪن (شاعري)

**بسمل**

اصلي نالو: حافظ عبدالله
پيءُ جو نالو: حافظ محمد يُوسف ميمڻ
جمڻ جو سن: ١٨٨٨ع
مرڻ جو سن: ٢٠هين آڪٽوبر ١٩٥٠ع
جمڻ جو هنڌ: حيدرآباد
صنف: شاعري
ڪتاب: ڪنزالعبرت
مثنوي محمد (شاعري)
ڪلامِ بسمل (شاعري)

**بيخود حُسيني**

اصلي نالو: ڊاڪٽر اسدالله شاهہ
پيءُ جو نالو: سيد الله بخش شاهہ حُسيني
جمڻ جو سن: ١٢هين اپريل ١٩٣٠ع
جمڻ جو هنڌ: ٺٽو
صنف: شاعري، ترجمي نگاري، لطيفيات ۽ تنقيد
ڪتاب: ڪُليات دل گير (شاعري)

پيامِ غمگُسار (شاعري)
تذڪرا شعراءِ ٺٽو (تنقيد)
تاريخ جو فلسفو (ترجمو)
يادگارِ لطيف (لطيفيات)

**بلاوَل پرديسي**

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | محمد بلاول |
| پيءُ جو نالو: | محمد يعقوب |
| ڄمڻ جو سن: | ۲۹هين مارچ ۱۹۳۱ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | هالا، هاٿوڪو ضلعو مٽياري |
| صنف: | شاعري، افسانا ۽ تنقيد |
| ڪتاب: | دل سوز ڪافيون (شاعري) |
| | ڪُليات پرديسي (شاعري) |
| | سوني صندُوق (ٻاراڻو ادب) |
| | جادوءَ جو گُلاب (ٻاراڻو ادب) |
| | زندگي ۽ حادثا (افسانا) |
| | رهبر دوستي |
| | سچل جي شاعريءَ ۾ جماليات (تنقيد) |

**بيدل مسرُور بدوي**

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | بيدل بخش |
| پيءُ جو نالو: | غُلام علي مسرُور |
| ڄمڻ جو سن: | ۱۱هين جُولاءِ ۱۹۴۷ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | شڪارپُور |

صنف: ڪهاڻيون، نرتيب
ڪتاب: چند هنگاما (افسانا)
ڪاڪ محل (ڪهاڻيون)
جندڙي (ڪهاڻيون)
راڻي (ناول)
منزل ايندي ماڳ نہ ايندا (ترتيب ۽ مُتفرقا)
ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ (مُتفرقا)

**بادل جمالي**

اصلي نالو: شليمان محمد علي خان جمالي
ڄمڻ جو سن: ٢٩هين مئي ١٩٤٧ع
ڄمڻ جو هنڌ: هالا، هاٿوڪو ضلعو مٽياري
صنف: ڪهاڻيون ۽ ڊراما
ڪتاب: سنگرام (ڪهاڻيون)
چُونڊ سنڌي ڪهاڻيون (ترتيب)
پاڙي ناهي پرُوڙ (ڪهاڻيون)
سفر ۾ ساٿي (ٽي وي ڊرامون)
سچُ ۽ شور (ڊرامون)
ميرو محبُوب (ڊرامون)

**بدر ابڙو**

اصلي نالو: بدر ابڙو
پيءُ جو نالو: جمال ابڙو
ڄمڻ جو سن: ١٩هين ڊسمبر ١٩٥٣ع

جمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

صنف: تحقيق، تنقيد ۽ ڪهاڻيون

ڪتاب: ماڻهو

سنڌوءَ جو سفر

تنقيد نگاري

جيل جي ڊائري

هنگلاج ۽ لاهُوت

رني ڪوٽ

پکڙوانن جي پونءِ ۾

رياست جهنگل جي آڪاڻي (ڪهاڻيون)

## پ

پرويز ابڙو

اصلي نالو: پرويز ابڙو

پيءُ جو نالو: قبول محمد ابڙو

جمڻ جو سن: ١١هين سيپٽمبر ١٩٧٢ع

جمڻ جو هنڌ: شڪارپور

صنف: ڪهاڻيون ۽ ناول

ڪتاب: تون هڪ خواب آهين (ناول)

نيربون اکيون شرمتي خواب (ناول)

پوپٽي هيرا ننداڻي

اصلي نالو: پوپٽي هيرا ننداڻي

جمڻ جو سن: ١٩٢٢ع

مرڻ جو سن: ٢٠٠٥ع

ڄمڻ جو هنڌ: حيدر آباد سنڌ

صنف: ڪهاڻيون، ناول ۽ مضمون

ڪتاب: رنگين زماني جون غمگين ڪهاڻيون

پڪار (ڪهاڻيون)

شهناز (ڪهاڻيون)

مون تو کي پيار ڪيو (ڪهاڻيون)

خزائن جو دور پورو ٿيو (ڪهاڻيون)

ڇڙن ڇڻڪن ڇت ۾ (مضمون)

ٻولي منهنجي ماءُ (مضمون)

مان ڇا آهيان؟

منجو (ناول)

منهنجيءَ حياتيءَ جا سونا رُوپا ورق (آتم ڪهاڻي)

**پروانو ڀٽي**

اصلي نالو: ميوو خان

پيءُ جو نالو: گُل محمد ڀٽي

ڄمڻ جو سن: ١٦هين فيبروري ١٩٣٤ع

ڄمڻ جو هنڌ: هاٽوڪو ضلعو ٽنڊو محمد خان

صنف: صحافت ۽ شاعري

ڪتاب: ٽڙندڙ مکڙيون (ترتيب)

شرهاڻ (ترتيب)

## سنڌي ادب جو مُختصر جائزو

### پروين مُوسيٰ ميمڻ

اصلي نالو: پروين مُوسيٰ ميمڻ

والد جو نالو: محمد مُوسيٰ ميمڻ

شريڪِ حيات: انور خان ميمڻ

ڄمڻ جي تاريخ: ٢٠هين نومبر ١٩٥٨ع

ڄمڻ جو هنڌ: ڏيپلو، ٿرپارڪر

صنف: مضمُون، لطيفيات، تحقيق ۽ تنقيد

ڪتاب:

سنڌي ادب جو ادبي جائزو

سنڌي نثر جي صنفن جو اڀياس

اُتي راءِ ريل (تحقيق ۽ تنقيد)

آديسين ادب آهي اکڙين ۾ (لطيفيات)

سون ورنيون سوڍيون (ڪهاڻيون، ترتيب)

اخلاقي قدر (ٻاراڻو ادب)

وَڪر سو وهاءِ (مضمُون ۽ مقالا)

سنڌي ادب (تحقيقي ۽ تنقيدي مُطالعو)

عالم سڀ آباد ڪرين

گُل دستو (مضمُونن جو مجمُوعو)

### تنوير جُوڻيجو

اصلي نالو: تنوير جُوڻيجو

پيءُ جو نالو: صدرالدين جُوڻيجو

چمڻ جو سن: مئي ١٩٥٢ع

چمڻ جو هنڌ: مٺي

صنف: ڪهاڻيون، مضمون، سماجيات ۽ ترجمو

ڪتاب: امرت منجهه ڪڙاڻ (ڪهاڻيون)

عيبن هاڻي (ڪهاڻيون)

ٻارن لاءِ چُونڊ ڪهاڻيون

ڏمڪ دم (ترجمو)

قديم آثارن وارا ماڳ (تحقيق)

سماجيات جي لُغت

سماجيات جا اصُول

عورت، سماج ۽ ڏاڍ

تنوير عباسي

اصلي نالو: ڊاڪٽر نور نبي عباسي

پيءُ جو نالو: گُل حسن عباسي

چمڻ جو سن: ستين ڊسمبر ١٩٣٤ع

وفات جو سن: ١٩٩٩ع

چمڻ جو هنڌ: ضلعو خيرپور ميرس

صنف: ترجمون، تنقيد ۽ شاعري

ڪتاب: رڳون ٽيون رباب (شاعري)

شعر (شاعري)

سج تري هيٺان (شاعري)

هيءَ ڌرتي (شاعري)
ٻاراڻا ٻول (شاعري)
شاهه لطيف جي شاعري (ٽي جلد)
سنڌ جا عظيم صُوفي بُزرگ
جي ماريا موت (ناول، ترجمو)
ٽِرورا
ڏوري ڏوري ڏيهه (سفر نامون)

تاج بلوچ

اصلي نالو: تاج محمد
پيءُ جو نالو: نُور احمد خان جتوئي
ڄمڻ جو هنڌ: پنو عاقل، ضلعو سکر
صنف: شاعري، تنقيد نگاري
ڪتاب: درد جو صحراءُ (شاعري)
خوشبوءَ جو زهر (شاعري)
لفظن جو ماتم (شاعري)
دل جزيرو اُداس سپنن جو (شاعري)
ماهه وار رسالي سوجهري جو ايڊيٽر

تاجل بيوَس

اصلي نالو: تاج محمد سمون
پيءُ جو نالو: محمد جعفر سمون
ڄمڻ جو سن: ٢٢هين سيپٽمبر ١٩٣٨ع

| | |
|---|---|
| ڄمڻ جو هنڌ: | ضلعو خيرپور ميرس |
| صنف: | شاعري، تحقيق، مضمون، مقالا ۽ سفر ناما |
| ڪتاب: | جڏهن پونءِ پٽي (شاعري) |
| | انبن جهليو ٻور (شاعري) |
| | ڪنڌيءَ اَڪ ڦُلاريا (شاعري) |
| | ڏوريان ڏوريان مَ لهان (شاعري) |
| | گُل ڇنو گِرنار جو (شاعري) |
| | آريجن کان الهاس نگر تائين |
| | سامي سودو پريم جو |
| | انگريزي شاعريءَ جي تاريخ |
| | سچ، چنڊ، تارا، ڪَتيون |
| | ڏُک شکن جي شونهن (آتم ڪهاڻي) |

تاج جويو

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | تاج محمد جويو |
| پيءُ جو نالو: | حاجي خان جويو |
| ڄمڻ جو سن: | ٦هين سيپٽمبر ١٩٥۴ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | نواب شاهه |
| صف: | محقق، نقاد |
| ڪتاب: | سوچون سرها گُل (شاعري) |
| | قوم ڇوي ٿي ٻول |
| | ٿلسين جي سرهاڻ |

باهيون بيراڳين جون (مضمون)

نينهن مهتي خيال جاڳيا

جر ٿو جرڪان

قليچ بيگ (مُرتب)

دُنيا جون انقلابي عورتون

سنڌي گيت

مُختلف ڪتابن ۽ رسالن ۾ مضمون لکڻ

# ج

جي ايم سيد

اصلي نالو: سيد غُلام مُرتضيٰ شاهه

شڄاڻپ: سائين جي ايم سيد

پيءُ جو نالو: سيد حيدر شاهه

ڄمڻ جو سن: ۱۷هين جنوري ۱۹۰۴ع

ڄمڻ جو هنڌ: ڳوٺ سن، هاڻوڪو ضلعو ڄام شورو

وفات جي جو سن: ۱۹۹۵ع

صنف: تاريخ، تحقيق، فلسفو، تهذيب، مذهب، سياسيات، لطيفيات، شخصيات ۽ تصوف وغيرهه

ڪتاب: نئين سنڌ لاءِ جدوجهد

مُسلم ليگ جي مُخالفت ڇو؟

موجُوده سنڌ جا سياسي مسئلا

سنڌ جي بمبئيءَ کان جُدائي

جيئن ڏٺو مُون

ريهاڻ
پيغامِ لطيف
ساهڙ جا سينگار
چُونڊ سنڌي مضمُون ۽ تقريرون
موجُودھ سياسي مسئلا

**جمال ابڙو**

اصلي نالو: جمال الدين ابڙو
پيءُ جو نالو: علي خان ابڙو
ڄمڻ جو سن: ١٩٢٤ع
ڄمڻ جو هنڌ: دادو
صنف: ڪهاڻي
ڪتاب: پشو پاشا (ڪهاڻيون)
جمال ابڙو ڪهاڻيون، مضمُون ۽ شخصيات
ڏِسي ڏوھ اکين سين (آتم ڪهاڻي _ ١)
اُونهي ڳالھ اسرار جي (آتم ڪهاڻي _ ٢)
ٿوهر ۾ ڳاڙها گُل (آتم ڪهاڻي _ ٣)
ايندو نہ وري هيءُ وڻجارو (آتم ڪهاڻي _ ۴)
مر پيا مينهن وَسن (ڪهاڻي _ ۵)

**جمال رند**

اصلي نالو: جمال رند
پيءُ جو نالو: شورهيہ خان رند
ڄمڻ جو سن: ١٩هين جُون ١٩٣٧ع

| | |
|---|---|
| ڄمڻ جو هنڌ: | سانگهڙ |
| صنف: | ڪهاڻي |
| ڪتاب: | رات جي راڻي (ڪهاڻيون) |
| | رُوح رهاڻ (ڪهاڻيون، ترتيب) |

**جُمعو خان غريب**

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | جُمعو خان |
| پيءُ جو نالو: | ستار ڏنو پيرزادو |
| ڄمڻ جو سن: | ١٨٨٥ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | ميهڙ |
| صنف: | شاعري، تحقيق ۽ صحافت |
| ڪتاب: | گُل نو بهار (شاعري) |
| | مثنوي رسُومات (شاعري) |
| | ماهه وار طالب المولٰي (ايڊيٽر) |
| | ماهوار اديب (ايڊيٽر) |

## چ

**چنو شبير ناز**

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | شبير احمد |
| پيءُ جو نالو: | مولوي عبدالستار چنو |
| ڄمڻ جو سن: | ٢٠هين جُون ١٩٣٦ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | شڪارپور سنڌ |
| صنف: | ڊرامون |

| | |
|---|---|
| ڪتاب: | درياهه خان |
| | سعيا سيج پلنگ |
| | دلين ديپ جلايا |
| | ويئي رات وهامي |
| | درخواست |
| | ٽري ڪئسل |
| | راز |
| | رَمندا بادل |

## ح

**حافظ احسن چنو**

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | حافظ محمد چنو |
| پيءُ جو نالو: | جُمعو خان چنو |
| ڄمڻ جو سن: | ١٩٩٠ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | دادو |
| صنف: | شاعري، تحقيق ۽ تنقيد |
| ڪتاب: | احسن الاخلاق (اخلاقيات) |
| | سوانح حيات مخدُوم بلاول (شخصيات) |
| | رباعيات احسن (شاعري) |
| | گُل دستو احسن (شاعري) |
| | ديوانِ احسن (شاعري) |
| | گُلزار نمبر (شاعري) |
| | سراپا رسُول (شخصيات) |

قصص الانبياءَ (تاريخ)
شاهہ جو پيغام (تنقيد)
مُختصر آتم ڪهاڻي (منظوم)

**حبيب پُنو**

اصلي نالو: حبيب الله پُنو
پيءُ جو نالو: مولا بخش پُنو
ڄمڻ جو سن: پهرين نومبر ١٩١٧ع
ڄمڻ جو هنڌ: شڪارپُور
وفات جو سن: ١٩٨٨ع
صنف: شاعري، ڊراما، تحقيق، تنقيد ۽ جاگرافي
ڪتاب: رسُول مقبُول (سوانح)
اقوالِ دانش (تنقيد ۽ تحقيق)
سنڌي بيت ۽ اُن جي ارتقا (علم و ادب)
جاگرافي تعلقو شڪار پُور
حضُور اڪرم ﷺ (شخصيات)
جاگرافي ضلعو شڪارپور
سنڌي ساهت ۽ مشهُور مشرقين (شخصيات)
اسان جي جدوجهد

**حميد سنڌي**

اصلي نالو: عبدالحميد ميمڻ
پيءُ جو نالو: محمد اسماعيل ميمڻ
ڄمڻ جو سن: ١٢هين آڪٽوبر ١٩٣٩ع

ڄمڻ جو هنڌ: نوشهرو فيروز

صنف: ڪهاڻيون

ڪتاب: روح رهاڻ رسالو (ايڊيٽر)

سيمي (ڪهاڻيون)

ويريون (ڪهاڻيون)

اُداس واديون (ڪهاڻيون)

راڻا جي راجپُوت (ڪهاڻيون)

جاڳ ٻہ تنهنجي جيءَ سان

دردوَنديءَ جو ديس (ٻہ ڀاڱا)

آري اڇين شال

حليم بروهي

اصلي نالو: عبدالحليم بروهي

پيءُ جو نالو: عبدالعزيز بروهي

ڄمڻ جو سن: پنجين آگسٽ ١٩٣٥ع

ڄمڻ جو هنڌ: حيدرآباد سنڌ

صنف: ڪهاڻي، ڪالم نويسي، ناول ۽ طنز و مزاح

ڪتاب: هٽلر جي ڪهاڻي

هٽلر لکيو

اوڙاهہ (ناول)

حليم شو (رچنائون)

Nothing in Particular

Nothing in Earnest

سنڌي ٻولي
شعر بازي
جيڪي مون لکيو

**حيدر سنڌي**

اصلي نالو: ڊاڪٽر غلام حيدر ٻرڙو
پيءُ جو نالو: حاجي علي مراد سنڌي
ڄمڻ جو سن: ١٥هين آڪٽوبر ١٩٤٥ع
ڄمڻ جو هنڌ: مورو، ضلعو نوشهرو فيروز
صنف: تنقيد، تحقيق ۽ ترجمي نگاري
ڪتاب: پاڪستاني ٻوليون
سنڌ جون چند ذاتيون
ٽه زباني لغت
شاهه آفاقي شاعر
ديسي پرديسي گل (افسانا، ترتيب)
پاڪستان ڪا لسان ورثا (اردو)
سنڌي زبان و ادب ڪا ارتقا (اردو)

**حيدر بخش جتوئي**

اصلي نالو: حيدر بخش جتوئي
پيءُ جو نالو: الهه داد خان جتوئي
ڄمڻ جو سن: ١٩٠١ع
ڄمڻ جو هنڌ: ڏوڪري، لاڙڪاڻو

وفات جو سن: ١٩٧٠ع

صنف: قومي ۽ انقلابي شاعري، افسانا ۽ ڊراما

سُڃاڻپ: باباءِ سنڌ / جيئي سنڌ نعري جو موجد

ڪتاب: تحفۂ سنڌ (شاعري)

جيئي سنڌ جيئي سنڌ (شاعري)

هاري گيت (شاعري)

آزادي ۽ قوم (مضمون)

هاريءَ جا ڪارناما (افسانا)

ڪمدار جا ڪارناما (ڊراما)

Injustice of Sindh

Haris Petition of Rights

Review of the Holy Quran

Lands in Sindh and who should them

**حسام الدين شاهه راشدي**

اصلي نالو: پير حسام الدين شاهه راشدي

پيءُ جو نالو: سيد محمد حامد شاهه

ڄمڻ جو سن: ١٩١١ع

ڄمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

وفات جو سن: ١٩٨٢ع

صنف: تاريخ، تحقيق، تنقيد ۽ لسانيات

ڪتاب: ٽيهن کان مٿي ڪتابن جو ليکڪ

اسلامي ڪُتب خانا (تاريخ)
مقالات الشعراءَ (شاعري)
سنڌي ادب (اُردو، تاريخ)
مڪلي ناما
سماجي اپياس
شعراءِ ڪشمير (تنقيد)
مهراڻ جُون موجُون
تاريخ مظهر شاھ جهاني
هُو ڏوتي هُو ڏينهن (يادگيريون)
ڳالهيون ڳوٺ وٽن جُون (يادگيريون)

## خ

**خيرالنساءِ جعفري**

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | خيرالنساءِ جعفري |
| ڄمڻ جو سن: | ۱۹۴۷ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | حيدرآباد |
| وفات جو سن: | ۱۹۹۸ع |
| صنف: | ڪهاڻي ۽ مضمُون |
| ڪتاب: | تخليق جو موت (ڪهاڻيون) |
| | مُنهنجو تخليقي سفر (ڪهاڻيون ۽ مضمُون) |
| | مارُو جي مليرجا (سفر نامو) |

<u>خاڪي جويو</u>

اصلي نالو: خميسو خان جويو

پيءُ جو نالو: حاجي جويو

ڄمڻ جو سن: ١٩٤٥ع

ڄمڻ جو هنڌ: دادو

صنف: سياسيات، تنقيد ۽ شاعري

ڪتاب: آزاد گهُرجي وطن (شاعري)

ان خاڪيءَ جا خيال (شاعري)

ڪيڏارو (شاعري)

آسڻ جي اريج (شاعري)

ترقي پسند ادب جا معيار (تنقيد)

قومي سوال جو نظرياتي جائزو (سياست)

## ڊ

<u>ڏُرِ شهوار سيد</u>

اصلي نالو: ڊاڪٽر ڏُرِ شهوار سيد

پيءُ جو نالو: غُلام مُرتضيٰ سيد (سائين جي ايم سيد)

ڄمڻ جو سن: ١٩٤٢ع

ڄمڻ جو هنڌ: سَن، ڄامشورو ضلعو هاڻوڪو ڄامشورو

وفات جو سن: ١٩٩٧ع

ڪِرت: چيئرپرسن، شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي (١٩٩١ع کان ١٩٩٦ع تائين)

صنف: تحقيق

ڪتاب: شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعري (تحقيق)

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي موسيقي (ترتيب)

تخليق جو طريقي ڪار (ترتيب)

شاهه لطيف تي تحقيق (ترتيب)

شاهه جو رسالو (ڇهن ٻولين ۾ ترتيب)

شاهه لطيف جي شاعري ۽ فڪر

## ديوان نندي رام ميراڻي

اصلي نالو: ديوان نندي رام ميراڻي

پيءُ جو نالو: ٽڪو مل ميراڻي

ڄمڻ جو سن: ١٨١٩ع

ڄمڻ جو هنڌ: سيوهڻ، هاٿوڪو ضلعو ڄام شورو

وفات جو سن: ١٨٧٥ع

صنف: ترجمي نگاري، رياضي ۽ جاگرافي

ڪتاب: باب نامون

ايسپ جون آکاڻيون

تاريخ سنڌ

پيمائشي حساب

ڏرتي نروار

جَبر و مُقابلا

سيڪائِتو نروار

ليکي جو ڪتاب

جُغرافيا جديد

سنساري نروار

**ديوان ڪوڙو مل کلناڻي**

اصلي نالو: ديوان ڪوڙو مل کلناڻي

پيءُ جو نالو: چندن مل کلناڻي

ڄمڻ جو سن: ۱۸۴۴ع

ڄمڻ جو هنڌ: نوشهرو فيروز

وفات جو سن: ۱۹۱۶ع

صنف: ترجمي نگاري، مضمون، ناول، ڪهاڻي، ناٽڪ ۽ تحقيق

ڪتاب: پَڪو پَهہ (مقالو)

سامي ءَ جا سلُوڪ (ٽي ڀاڱا، ترتيب)

ميران ٻائي (ناول)

ساوتري (ناول)

ٽڙندڙ مُکڙيون (ڪهاڻيون)

سنڌي ڳُجهارتون

ٻاراڻيون آکاڻيون

ٻاراڻا گيت

ٺهڪ ئي ٺهڪ (مزاحيا لطيفا)

ڪولمبس جي تاريخ

## ڏ

### ڏيا رام گدو مل

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | ڏيا رام گدو مل |
| ڄمڻ جو سن: | ١٨٥٧ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | ڪراچي سنڌ |
| وفات جو سن: | ١٩٢٧ع |
| صنف: | نثر |
| ڪتاب: | سامي ءَ جي سلوڪن جو مهاڳ |
| | گيتا جو ساز |
| | رُباعياتِ عُمر خيام جي سنڌي ترجمي جو مهاڳ |
| | پتانجيلي جي يوگ سرترن جي سمجهاڻي |
| | چپ صاحب |
| | جابڪ من جاءِ رهاڻ |

The Least's of God
Alphabet of Love
Before his Throne
Seven Sins Against Women

## ذ

### ذوالفقار راشدي

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | سيد ذوالفقار علي راشدي |
| پيءُ جو نالو: | محمد امام شاهه راشدي |
| ڄمڻ جو سن: | ١٠هين مارچ ١٩٣٨ع |

جمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

وفات جو سن: ١٩٨٦ع

صنف: شاعري ۽ تنقيد

ڪتاب: سوچ ڪي لوچ (شاعري)

ڪسوٽي (تنقيد)

ر

## رشيد احمد لاشاري

پيءُ جو نالو: زرڪ خان

جمڻ جو سن: ١٩٢٢ع

جمڻ جو هنڌ: بلوچستان

وفات جو سن: ١٩٧٠ع

صنف: ترجمي نگاري، تنقيد نگاري، لطيفيات ۽ شاعري

ڪتاب: شاهہ جي رسالي جا سُر

سُر حُسيني

شاهہ جُون وايون

رُوح لطيف

سچل جو سرائڪي ڪلام

سچل جو رسالو

بيدل جُون وائِيون

بُلهي شاهہ جُون ڪافيون

شڪنتلا (ترجمو)

ديوانِ رشيد (شاعري)

**رسول بخش پليجو**

پيءُ جو نالو: علي پليجو

ڄمڻ جو سن: ٢٠هين جنوري ١٩٣٠ع

وفات جو سن: 7 جُون 2018ع

ڄمڻ جو هنڌ: ضلعو ٺٽو

صنف: ترجمو، تنقيد، ڪهاڻي، سياسيات ۽ مضمون

ڪتاب: ٻسي ڳاڙها گُل (ڪهاڻيون)

اندا اُوندا ويچ (تنقيد)

سنڌي ذات هنجن

هوچي منھ جي آتم ڪهاڻي (ترجمو)

اوَهان جي ٻچاڻان (ترجمو)

جن جُونا ڳڙھ جلايو (مضمون)

جيڪي بنگال سان ٿيو (ترجمو)

هرڻ هنيلا بيٺا سوچن (ڪالم)

مارن منجھ مُياس (ترجمو)

ڇا وفاقي حڪومت سنڌين لاءِ حرام آهي؟

**راز ٻلڙائي**

اصل نالو: عبداللطيف

پيءُ جو نالو: عبدالستار

ڄمڻ جو سن: ١٢هين ڊسمبر ١٩٢٣ع

ڄمڻ جو هنڌ: ضلعو ٺٽو

وفات جو سن: ١٩٧٣ع

صنف: ڪهاڻي، ناول ۽ شاعري

ڪتاب: گُناهہ (ناول)

شرابي (ناول)

بُک ۽ بيڪاري (ڪهاڻيون)

گُل بدن (ڪهاڻيون)

**رشيد ڀٽي**

اصل نالو: عبدالرشيد ڀٽي

پيءُ جو نالو: حافظ عبدالحميد ڀٽي

ڄمڻ جو سن: ٦هين جُولاءِ ١٩٣٣ع

ڄمڻ جو هنڌ: سکر

صنف: شاعري، ترجمون، ڊرامون، ناول، ترتيب ۽ ڪهاڻي

ڪتاب: ڪميونسٽ پڌرنامو (ترجمو)

سچ جو فلسفو (ترجمو)

دُنيا جا عظيم افسانا (ترجمو)

عاشق زهر پياڪ (ترجمو)

پاپ ۽ پيڙا (ناول)

چتر ليکا (ناول)

باغي (شاعري)

سياري جي رات (طنزيا ڪهاڻيون)

گهڙي گهڙي هڪ گهاءُ (ڪهاڻيون)

آدرشي ڪهاڻيون

**راشد مورائي**

| | |
|---|---|
| اصل نالو: | سيد راشد علي شاهه |
| پيءُ جو نالو: | سيد علي شاهه خادم |
| ڄمڻ جو سن: | ٽين مارچ ۱۹۲۲ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | مورو، ضلعو نوشهرو فيروز |
| صنف: | شاعري |
| ڪتاب: | مينديءَ سندا گيت |
| | ذات جي ڏيهه ۾ |
| | سنڌڙيءَ جو سوداءُ |
| | دل جو شهر |
| | ديوانِ راشد |

**ريٽا شهاڻي**

| | |
|---|---|
| اصل نالو: | ريٽا وشنو شهاڻي |
| ڄمڻ جو سن: | ۲۴هين آگسٽ ۱۹۳۴ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | حيدرآباد |
| صنف: | شاعري، ناول، ترجمو، تنقيد، مضمون ۽ ڪهاڻي |
| ڪتاب: | پنک وَڇائڻ شنک (شاعري) |
| | مُنهنجي حد آڪاش (شاعري) |
| | سوريا ياترا (شاعري) |
| | چنڊ ڪان سچ تائين (ناول) |
| | پرهه جا پياڪ (ناول) |

پنهنجي جي ڀڄ ڀڄ (ناول)
گيت راماڻ (ترجمو)
تبصرو (تنقيد)
جيون ۽ ساهت (ادبي مضمون)
سوال ئي سوال (ڪهاڻيون)

## رزاق مهر

اصل نالو: عبدالرزاق مهر

| | |
|---|---|
| پيءُ جو نالو: | رانجهو خان مهر |
| ڄمڻ جو سن: | ٢٠هين جولاءِ ١٩٥٤ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | لاڙڪاڻو |
| وفات جو سن: | ١٥هين آگسٽ ٢٠٠٢ع |
| صنف: | ڪهاڻيون ۽ ناٽڪ |
| ڪتاب ۽ ناٽڪ: | جياپو |
| | ڦيرو |
| | سفر |
| | وڇوٽيون |
| | پاتال |
| | نبيرو |
| | ڌرتي |
| | زخم زندگيءَ جا |
| | زندگيءَ ڏانهن |
| | سڪون ڪٿي آهي؟ |

## ز

**زيب سنڌي**

اصل نالو: محمد خان شيخ

پيءُ جو نالو: عبدالستار شيخ

ڄمڻ جو سن: ستين سيپٽمبر ١٩٥٧ع

ڄمڻ جو هنڌ: خيرپور ميرس

صنف: ترجمو، ڪهاڻي، پبلشنگ ۽ ڊرامو

ڪتاب: اسين زندهہ رهنداسين (ترجمو)

مُوهن جي دڙي جو خزانو (ترجمو)

فلسطيني ڪهاڻيون (ترجمو)

گهُٽيل خواهشون (افسانا)

ڪُنوار جي سيج (خليل جَبران)

خليل جبران جي جيوَن ڪٿا

پٿر دل

ڏَنڊ ۾ گُم ٿيل منظر

زندگي درد جي ٻانهن

ڌرتي ماءُ

**زيب ڀٽي**

اصل نالو: قادر بخش

پيءُ جو نالو: گُل محمد ڀٽي

ڄمڻ جو سن: ١٠هين مارچ ١٩٣٢ع

چمڻ جو هنڌ: ھاٿوڪو ضلعو ٽنڊو محمد خان
صنف: شاعري، ڪھاڻي، مضمون ۽ لطيفيات
ڪتاب: اکڙيون (شاعري)
اُداس شونهن (ڪھاڻيون)
هُوندا سي حيات (مضمون)
شرڌھر (لطيفيات)

## س

**سرويچ سجاولي**

اصل نالو: محمد صديق
پيءُ جو نالو: خميسو خان تارڙو
چمڻ جو سن: ١۴هين مارچ ١٩٣٧ع
چمڻ جو هنڌ: تڏهوڪو ضلعو ٺٽو ۽ ھاٿوڪو ضلعو سجاول
صنف: صنف قومي شاعري
ڪتاب: آليون اکيون اٿيا وار (شاعري)

**سراج**

اصل نالو: سراج الحق ميمڻ
پيءُ جو نالو: محمد يعقوب
چمڻ جو سن: ٢۴هين آڪٽوبر ١٩٣٣ع
چمڻ جو هنڌ: ٽنڊو ڄام، ضلعو حيدرآباد
صنف: ناول، ڪهاڻي، ڊرامون، تحقيق ۽ لسانيات
ڪتاب: ڏکڻ مان ٿو سج اُڀري (ناول)

پڙاڏو سو ئي سڏ (ناول)

مرڻ مون سين آءُ (ناول)

مُنهنجي دنيا هيڪل وياڪل (ناول)

تُنهنجي دُنيا سپ رنگ سانوَل (ناول)

مُنهنجي دُنيا مرگهه ترشنا (ناول)

اي درد هلي آءُ (ڪهاڻيون)

آئون ماڻهون (ڪهاڻيون)

ويران اکيون (ڊرامون)

سنڌي ٻولي (لسانيات)

## سوڀو گيان چنداڻي

شڃاڻپ: ڪامريڊ سوڀو گيان چنداڻي

ڄمڻ جو سن: ٽين مئي ١٩٢٠ع

ڄمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

صنف: ڪهاڻي، ڪالم، تحقيق، تاريخ ۽ سياسيات

ڪتاب: نيٺ بهار ايندو (ڪهاڻيون)

تاريخ جا وساريل ورق

وڏي وَٿ هُئام

تاريخ جا وساريل ورق

## سيد غُلام مصطفيٰ شاهه

پيءُ جو نالو: غُلام علي شاهه

ڄمڻ جو سن: ١٩١٨ع

ڄمڻ جو هنڌ: ٺٽو

لاڏاڻي جو سن: ١٩٩٩ع

صنف: تحقيق، تعليم، جاگرافي، مضمون ۽ ڪالم

ڪتاب: سنڌ جو مستقبل ۽ سنڌ جا تعليمي مسئلا (مقالا)

سنڌي قاعدو

تاريخ جا سبق

عروج و زوال ۽ اُميدن ڀريا بادل (مضمون)

معاشروع ۽ تعليم

اُستاد (مقالو)

انگريزي سنڌي ڊڪشنري

جاگرافي ضلعو لاڙڪاڻو

ڪتاب (مضمون)

شاهه لطيف جي ڪلام ۾ اسلامي قدر

سُندري اُتم چنداڻي

اصل نالو: سُندري اُتم چنداڻي

ڄمڻ جو سن: ٢٨هين سيپٽمبر ١٩٢٤ع

ڄمڻ جو هنڌ: حيدرآباد

صنف: شاعري، ڪهاڻي، مضمون، ناول ۽ ترجمو

ڪتاب: ڀارت ۽ رُوس ۾ ڀانهن ڀيلي (مضمون)

ڪِرندڙ ديوار (ناول)

ڀريت ڀُراڻي ريت نرالي (ناول)

اڇا وار ڳاڙها گُل (ڪهاڻيون)

پوري (ڪهاڻيون)

بنڌڻ (ڪهاڻيون)

نئون جنم (ڪهاڻيون)

ٽُٽل ساز (ترجمو)

امن سڏي پيو (ترجمو)

هُڳاءُ (شاعري)

**سيما عباسي**

اصل نالو: سيما پروين

پيءُ جو نالو: لال محمد عباسي

ڄمڻ جو سن: ١٨هين اپريل ١٩٧٣ع

ڄمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

صنف: شاعري ۽ ڪهاڻي

ڪتاب: لفظن پوڳيو آ بنواس (شاعري)

لاشا لُڙڪن جا (شاعري)

سيما عباسيءَ جون ڪهاڻيون

ڏات جي ديوي

**سحر امداد**

اصل نالو: سحر امداد

شريڪِ حيات: امداد حُسيني

ڄمڻ جو سن: ٢٠هين جُولاءِ ١٩٥١ع

ڄمڻ جو هنڌ: حيدرآباد

صنف: تنقيد ۽ شاعري

ڪتاب: ريتيءَ جي راند (شاعري)

چوڏهين چنڊ آڪاس (شاعري)

**سرڪش سنڌي**

اصل نالو: عبدالمجيد چانڊيو

پيءُ جو نالو: عبدالله چانڊيو

ڄمڻ جو سن: پهرين آڪٽوبر ۱۹۴۰ع

ڄمڻ جو هنڌ: دادُو

صنف: قومي شاعري

ڪتاب: امن آب حيات

پيار ۽ آزادي

پريم پاشا

درد دل

**سيد محمد حسن شاهه**

اصلي نالو: سيد محمد حسن شاهه

والد جو نالو: گُل بهار شاهه

ڄمڻ جي تاريخ: پهرين آگسٽ 1974ع

ڄمڻ جو هنڌ: ڳوٺ سيد صُوفائي تعلقو مورو، ضلعو نوشهرو فيروز

صنف: شاعري، ڪهاڻيون، ريڊيو انائونسمينٽ

ڪتاب

چنڊ مسافر آ (شاعري)

خُدا سان ملون (شاعري)

| | |
|---|---|
| لفظن جي سوجهري ۾ | (شاعري) |
| درد گلاب | (شاعري) |
| لُڙ مٽيءَ جا | (ناول) |

سنڌي ادبي سنگت پاران سنڌي ٻوليءَ جو سفير ڪوٺيو ويو.

## ش

### شمس الدين بُلبُل

اصل نالو: رئيس شمس الدين

| | |
|---|---|
| پيءُ جو نالو: | بهادر خان شينو |
| ڄمڻ جو سن: | ۱۸۵۷ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | دادو |
| وفات جو سن: | ۱۹۱۹ع |
| صنف: | صحافت، مزاح، مضمون ۽ شاعري |
| ڪتاب: | بهار عشق (نثر) |
| | آئينا تجارت (نثر) |
| | جهڙ سوال پٽ جواب (مزاح) |
| | قلندري ميلو (مضمون) |
| | عقل ۽ تهذيب (نثر) |
| | مُسلمان ۽ تهذيب (نثر) |
| | تيرهن چار مڪرن جا مار (مضمون) |
| | انگريز ۽ سرڪار (نثر) |
| | ڪلامِ بُلبُل (شاعري) |
| | ديوانِ بُلبُل (شاعري) |

**شمس عباسي**

اصل نالو: شمس بيگم مُحسن عباسي

ڄمڻ جو سن: ١٠هين جنوري ١٩٢٤ع

ڄمڻ جو هنڌ: حيدرآباد سنڌ

صنف: ترجمون، تنقيد، مضمون ۽ مقالا

ڪتاب: ماڪيءَ جي مک (ترجمو)

مرزا قليچ بيگ ۽ عورت (تنقيد)

سنڌيءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکيل

**شيخ عبدالرزاق راز**

اصل نالو: عبدالرزاق راز

پيءُ جو نالو: مُنشي عبدالرئوف شيخ

ڄمڻ جو سن: ١٩١٩ع

ڄمڻ جو هنڌ: سکر

وفات جو سن: ١٩٨٣ع

صنف: تحقيق، تنقيد، ڪهاڻي، ناول، افسانو ۽ شاعري

ڪتاب: فاتح سنڌ (تاريخ)

سنڌي غزل جو تنقيدي جائزو

ڊاڪ بنگلو (ڪهاڻيون)

مسافر (ناول)

پيهي منجهه پاتال (شاعري)

شرح يمن ڪليان

ادب جو مُختصر جائزو

شرح ڪلام گرھوڙي

شرح ديوان گُل

نئون آدمي

سارنگ (شاعري)

## شيخ اياز

اصل نالو: مُبارڪ علي شيخ

پيءُ جو نالو: غُلام حُسين شيخ

جنم جو سن: مارچ ١٩٢٣ع

جنم جو هنڌ: شڪارپور

لاڏاڻو: ١٩٩٧ع

صنف: ڪهاڻي ۽ شاعري

ڪتاب: اٽڪل ٧٠ ڪتابن جو ڏڻي

سفيد وحشي (ڪهاڻيون)

پنهل کان پوءِ (ڪهاڻيون)

ڪَلهي پاتم ڪِينرو (شاعري)

ڪپر ٿو ڪُن ڪري (شاعري)

ٽُڪرا ٽُٽل صليب جا (شاعري)

واٽون ڦُلن ڇانئيون (شاعري)

جڳ مڙيوئي سپنو (آتم ڪٿا)

ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون (يادگيريون)

ڪٿي نہ ڀڄبو ٿَڪ مسافر! (آتم ڪٿا)

گيڙو ويس غزل (مُڪمل غزل)

**شمشيرالحيدري**

| | |
|---|---|
| اصل نالو: | شمشيرالحيدري |
| پيءُ جو نالو: | امام ڏنو خواجا |
| ڄمڻ جو سن: | ١٥هين سيپٽمبر ١٩٣٢ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | بدين |
| صنف: | ترجمو، ڊرامو، تحقيق ۽ شاعري |
| ڪتاب: | لاٽ (شاعري) |
| | تاريخ جو ڪچرو (شاعري) |
| | پورس جا هاٿي (ڪهاڻيون) |
| | بهترين سنڌي افسانا |
| | سنڌيءَ ۾ آزاد نظم جي اوسر |
| | ڪاروانِ ڪربلا |
| | تاريخِ سنڌ ڪلهوڙا (ترجمو) |
| | انسان ڪامل (شخصيات) |
| | آمريڪا جو سياسي سرشتو (ترجمو) |
| | ڪاڪ محل (ڊرامو) |

**شيخ حفيظ**

| | |
|---|---|
| اصل نالو: | حفيظ احمد شيخ |
| پيءُ جو نالو: | عبدالرسول شيخ |
| ڄمڻ جو سن: | ١٩٣١ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | خيرپور ميرس |

وفات جو سن: ١٩٧١ع
صنف: صحافت ۽ ڪهاڻي
ڪتاب: ساگر جي لهرن تي (ڪهاڻيون)
اڇو پکي (ڪهاڻيون)

شوڪت حُسين شورو

اصل نالو: شوڪت حُسين شورو
پيءُ جو نالو: عبدالڪريم شورو
ڄمڻ جو سن: چوٿين جُولاءِ ١٩٤٧ع
ڄمڻ جو هنڌ: ٽنڊو ضلعو ٺٽو ۽ هاٿوڪو ضلعو سُجاول
صنف: ڊرامو، ڪالم ۽ ڪهاڻي
ڪتاب: اکين ۾ ٽنگيل سپنا (ڪهاڻيون)
گُم ٿيل پاڇو (ڪهاڻيون)
گونگي ڌرتي ٻوڙو آسمان (ڪهاڻيون)
ملڪيت (ڊرامو)
سونيتي (ڊرامو)
سفر (ڊرامو)
ڌرتيءَ جا ڌاتار (ڊرامو)
احساس (ڊرامو)
ديوار (ڊرامو)
باک (ڊرامو)

**شرجيل**

اصل نالو: ڪرڙ خان هاليپوٽو

ڄمڻ جو سن: ١٣هين ڊسمبر ١٩٣٨ع

ڄمڻ جو هنڌ: نواب شاهه

صنف: شاعري ۽ ڪهاڻي

ڪتاب: پن ڇڻ ڪان پوءِ (ڪهاڻيون)

ڇوليون (نثري نظم)

**شازيا پتافي**

اصلي نالو: ڊاڪٽر شازيا پتافي

والد جو نالو: ديدار حُسين پتافي

شريڪِ حيات: سفير علي

ڄمڻ جي تاريخ: ٢٠هين آگسٽ ١٩٨١ع

ڄمڻ جو هنڌ: خيرپور ميرس

صنف: لسانيات، تحقيق ۽ تنقيد

ڪتاب

سنڌي ٻوليءَ ۾ گرامر نويسيءَ جي ارتقا

شاهه عبد اللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو لسانياتي اڀياس

**شير مهراڻي**

اصلي نالو: ڊاڪٽر شير محمد مهراڻي

والد جو نالو: پير بخش مهراڻي

ڄمڻ جي تاريخ: پهرين مارچ ١٩٨٠ع

جمڻ جو هنڌ: ڳوٺ احدي خان راڃپر، خيرپور
صنف: تحقيق، تنقيد، شاعري ۽ ترجمو
ڪتاب
شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ جماليات
شاهہ لطيف جو جديد اڀياس
جماليات تنقيدي جائزو
پوئٽڪس (شاعريءَ جو فن، ترجمو)

## ص

### صاحب سنگهہ چندا سنگهہ

اصل نالو: صاحب سنگهہ
پيءُ جو نالو: چندا سنگهہ
جمڻ جو سن: ١٨٦٨ع
جمڻ جو هنڌ: ڪراچي سنڌ
وفات جو سن: ١٩٣١ع
صنف: قصا، مضمون ۽ ناول
ڪتاب: سيل پري سوڍي (قصو)
تارن جو اڀياس يا آتو مير چنڊائي (ناول)
بلو کوکر يا جوءِ جو وڪرو (ناول)

### صديق ميمڻ

اصل نالو: محمد صديق ميمڻ
پيءُ جو نالو: محمد يُوسف ميمڻ
جمڻ جو سن: ١٨٩١ع

چمڻ جو هنڌ: حيدرآباد سنڌ

مرڻ جو سن: ١٩٥٨ع

صنف: تنقيد، تحقيق، ترجمو، ناول، تعليم ۽ لسانيات

ڪتاب: سنڌي ادب جي تاريخ

پاڪستان جي تاريخ

تاريخ اسلام

سنڌ جي ادبي تاريخ

سنڌيءَ جي رنگين شاعري

اسڪُول جو نظام ۽ تعليم

سنڌيءَ جي تاريخ ۽ شهريت

مضمُون نويسي

حياتيءَ جو پهريون پهر (ناول، ترجمو)

حياتيءَ جو ٻيو پهر (ناول، ترجمو)

## ض

### ضياءُ الدين

اصل نالو: رئيس ضياءُ الدين بُلبُل

پيءُ جو نالو: شمس الدين بُلبُل

ڄمڻ جو سن: ١٥هين ڊسمبر ١٩١٠ع

ڄمڻ جو هنڌ: ميهڙ، ضلعو دادو

صنف: شاعري

ڪتاب: ميهڙ جو تحفو (شاعري)

اديب سنڌ (مُتفرق)

## ط

### طالب المولیٰ

اصل نالو: مخدُوم محمد زمان

پيءُ جو نالو: مخدُوم غُلام محمد

ڄمڻ جو سن: ٦ هين آڪٽوبر ١٩١٩ع

ڄمڻ جو هنڌ: هالا نوان، هاٿوڪو ضلعو مٽياري

صنف: مضمُون، تنقيد، تحقيق ۽ شاعري

ڪتاب: بهار طالب (شاعري)

مثنوي عقل و عشق

ڪچڪول طالب

ڪافي

بي پير اکيون (شاعري)

ڇپر ۾ ڇڙيون (شاعري)

ديوان طالب المولیٰ

مضامين طالب المولیٰ

رُباعياتِ طالب

در ناياب عُرف ياد رفتگان

### طارق اشرف

اصل نالو: سيد اشرف علي شاهه

پيءُ جو نالو: سيد لُطف علي شاهه

ڄمڻ جو سن: پنجين جُولاءِ ١٩٤٠ع

جمڻ جو هنڌ: حيدر آباد

مرڻ جو سن: ۱۹۹۲ع

صنف: ترتيب، تحقيق، صحافت، پبلشنگ، ڪهاڻي ۽ ناول

ڪتاب: پهريون قدم (ترتيب)

ٻيو قدم (ترتيب)

مينديءَ رَتا هٿ (ناول)

ڪڙندڙ ڪنڊار (ترتيب)

سونهن، پٽ ۽ پيار (ڪهاڻيون)

زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون)

درد جا ڏينهن درد جون راتيون (ڪهاڻيون)

بند اکين ۾ ڪجهه سپنا ڪجهه خواب (ڪهاڻيون)

ماهه وار شهڻي رسالو (ترتيب)

## ع

### عبدالحُسين شاهه مُوسوي

اصل نالو: عبدالحُسين شاهه

پيءُ جو نالو: سيد وَڏيل شاهه مُوسوي

جمڻ جو سن: ۱۹۰۲ع

جمڻ جو هنڌ: روهڙي، سکر

مرڻ جو سن: ۱۷هين جنوري ۱۹٦۷ع

صنف: تاريخ، علم رياضي، شاعري ۽ لوڪ ادب

ڪتاب: سڳنڌ (لوڪ ادب)

ديوان بيدل (ترتيب)

ديوان بيڪس (سميڙ)

شرهاڻ (لوڪ ادب)

تفريق ۽ تقطيع (شاعري)

تاريخ اسلام

جاميٽري (علم رياضي)

## عبدالخليق مورائي

اصل نالو: قاضي عبدالخالق مورائي

پيءُ جو نالو: قاضي نبي بخش شومرو (اوّل)

ڄمڻ جو سن: ١٨٨٨ع

ڄمڻ جو هنڌ: مورو، ضلعو نوشهرو فيروز

مَرڻ جو سن: ١٩٣۴ع

صنف: صحافت، تحقيق، ناول ۽ مضمون

ڪتاب: قُرآن ۽ نئين روشني

آخري مذهب (ٽي حصا)

آخري رسُول ﷺ (سوانح عُمري)

صديق اڪبر رضه (سوانح عُمري)

فاتح سنڌ محمد بن قاسم (تاريخ ۽ سوانح)

چنر پتي (تاريخي ناول)

عبرت (سماجي ناول)

ستيءَ جي ستيا (تاريخي ناول)

نسيمان (رومانوي ناول)

شندري (تاريخي ناول)

علي احمد بروهي

اصل نالو: علي احمد

پيءُ جو نالو: ڪريم بخش بروهي

ڄمڻ جو سن: ١٩٢١ع

ڄمڻ جو هنڌ: شڪارپور

مرتئي جو سن: ٢٠٠٣ع

صنف: ڪهاڻي، خاڪا ۽ يوڳ چاڳ

ڪتاب: ڪَک پن (ڪهاڻي)

لاهوتي لَڏي ويا

واٽ ويندي (خاڪا ۽ ڪهاڻيون)

ڏيئا تيل ڦُليل جا (خاڪا)

سڏن متي سڏڙا (مضمون)

وَتايو فقير (شخصيت)

ڳجهه ڳُجهاندڙ ڳالهڙيون

چام، چاموٽ ۽ چامڙا (خاڪا)

علي بابا

اصل نالو: علي محمد بلوچ

پيءُ جو نالو: رمضان بلوچ

ڄمڻ جو سن: ١٩٤٠ع

ڄمڻ جو هنڌ: ڪوٽڙي، هاڻوڪو ضلعو ڄام شورو

صنف: ڪهاڻي، ڊرامون ۽ ناول

كتاب: آيل ڙي اولاڻا (افسانا)
ڏرتيءَ ڏكاڻا (افسانا)
سنڌ باد جو سفر (ناول)
مُوهن جو دڙو (ناول)
مُنهنجيون كهاڻيون (ايكمتر كهاڻين جو مجمُوعو)
ڏنگي منجهه درياهه (ڊرامون)
روپ بهروپ (ڊرامون)
عاشق زهر پياڪ (ڊرامون)
هي جيوَن هي سپنا (ڊرامون)
گُلن واري ڇوڪري (ڊرامون)

<u>عبدالقادر جُوڻيجو</u>

اصل نالو: عبدالقادر جُوڻيجو
پيءُ جو نالو: مُريد حُسين جُوڻيجو
ڄمڻ جو سن: پهرين نومبر ١٩٤٥ع
ڄمڻ جو هنڌ: مِٺي، ضلعو ٿرپاركر
صنف: كالم، ڊرامون، مضمُون، ترجمو ۽ كهاڻي
كتاب: واٽيون، راتيون ۽ رول (كهاڻيون)
ويندڙ وهي لهندڙ سج (كهاڻيون)
سونو رُوپو سج (كهاڻيون)
وڏا اديب وڏيون ڳالهيون (ترجمو)
ايورسٽ تي چڙهائي (ترجمو)

چو، ڇا ۽ ڪيئن؟ (ترجمو)
وڻ وڻ جي ڪاٺي (خاڪا)
شڪليون (خاڪا)
درد جا مسافر (سماجي مضمون)
ڏک سک (ڪهاڻيون)

## علامه آءِ آءِ قاضي

اصل نالو: امداد علي قاضي
پيءُ جو نالو: امام علي قاضي
ڄمڻ جو سن: ١٨٨٦ع
ڄمڻ جو هنڌ: پاٽ، ضلعو دادو
مرتئي جو سن: ١٩٦٨ع
صنف: نثر نگار، مفڪر ۽ اسڪالر
ڪتاب: شاهه جو رسالو ١٩٦١ع
اُهو ڪو پيو فهم (مضمون)
Shah Abdul Latif Bhitai
Casual Peeps at Sophia (Essays)
Adventures of a Brown Girl in Her Search of God

## عبدالجبار جُوڻيجو

اصل نالو: ڊاڪٽر عبدالجبار جُوڻيجو
پيءُ جو نالو: ڊاڪٽر سلطان احمد جُوڻيجو
ڄمڻ جو سن: ٢٦هين نومبر ١٩٣٥ع

ڄمڻ جو هنڌ: بدين

صنف: تحقيق، تنقيد، شاعري، ڪهاڻي، ناول، تعليم ۽ لسانيات

ڪتاب: شوڪڙي (بيتن ۽ ڪهاڻين جو مجموعو)

اڻاٺو گهر (ڪهاڻين جو ڇڳو)

نہ ڪر هار سينگار سکي! (ڪهاڻيون)

دانشمندي

ڪنزاللطيف

سوري آ سينگار (ناول)

سنڌيون

ٽرجي ٻولي

ڪشف الابيات

سنڌي ادب جي مُختصر تاريخ (ٽي ڀاڱا)

## عبدالڪريم پلي

اصل نالو: عبدالڪريم پلي

پيءُ جو نالو: خان صاحب عطا محمد پلي

ڄمڻ جو سن: ١٩٤٦ع

ڄمڻ جو هنڌ: عُمر ڪوٽ

مَرڻ جو سن: ١٩٩١ع

صنف: شاعري

ڪتاب: وڻجارن وايون

ڪيا سانگ شاخون

چنڊ جهڙو پرين

## عطا محمد ڀنڀرو

اصل نالو: عطا محمد ڀنڀرو

ڄمڻ جو سن: ڇهين فيبروري ١٩٣٧ع

ڄمڻ جو هنڌ: خيرپور ميرس

صنف: تحقيق، ترجمو ۽ مضمون

ڪتاب: سنڌ جيئن مون ڏٺي

سنڌُو شينهن درياهه

ڀٽ جو شاهه

تاريخ جا سبق

سنڌ جا قديم آثار

سنڌ ۾ انگريزن جي حڪمت عملي

سنڌو لڪ ۽ ٻولي

ٺٽي جا اسلامي يادگار

سنڌ جو مهراڻ

ڏاها ڀائر

## عبدالغفار تبسم

اصل نالو: عبدالغفار ڀٽي

پيءُ جو نالو: قادر بخش ڀٽي

ڄمڻ جو سن: ٢٠هين نومبر ١٩٥١ع

ڄمڻ جو هنڌ: لاڙڪاڻو

صنف: شاعري

ڪتاب: گُلن جهڙا ٻَل

شفق وارا چانورا

مٽيءَ جا سُر

سوچُون صحرا سراب

نيٽن جي اڱر ۾

تنها ڪنڌي مُسافر

زندگي تُنهنجا رنگ هزار (سفر نامون)

موسيقي، موسم ۽ تبسم

سج آرسيءَ ۾

**عبدالحئي پليجو**

اصل نالو: عبدالحئي پليجو

ڄمڻ جو هنڌ: ننڌو

صنف: سفرناما لکندڙ

ڪتاب: هُو وڻ ولايت جا

دیس بہ دیس

اُتر لڳا آءُ پرين!

ڪُنواريون ۽ ڪنوَل

ڪجل پنل نيڻ

اَ رائونڊ دي ورلڊ

پريان سندي پار

سنڌ جي شاگرد سياست

ہنون ٿو ٽوڪيو

عالمي عجائبات

**عبدالواحد آريسر**

اصل نالو: عبدالواحد آريسر

پيءُ جو نالو: جادو آريسر

ڄمڻ جو سن: ٻارهين آڪٽوبر ١٩٤٩ع

ڄمڻ جو هنڌ: عُمر ڪوٽ

صنف: ترجمو، فلسفو، سياسيات ۽ تحقيق

ڪتاب: مٽيءَ هاٿا ماڻهو (ترجمو، فلسفو)

ڳچيءَ ڳانا لوهه جا (ڊائري)

اسان جيئڻ جيئي ڪو ئي (جيل ڊائري)

سنڌي سماج جو جائزو

صدين جُون صدائون

تي نہ محبت مات

ترم ياترا

قومي تحريڪ ۾ رُڪاوٽُون

ٺهڪي نڪتي ٺوهہ

پرهہ جا پيغام

**عطا حُسين شاهہ مُوسوي**

اصل نالو: سيد عطا حُسين شاهہ

پيءُ جو نالو: سيد وڏيل شاهہ مُوسوي

ڄمڻ جو سن: ١٨٩٨ع

ڄمڻ جو هنڌ: روهڙي، سکر

## سنڌي ادب جو مُختصر جائزو

مَرتئي جو سن: اَٺين جُون ١٩٦٦ع

صنف: مضمُون

ڪتاب: ڪَچ ۽ ڪوڏيون (مضمُون)

پير ميان صاحب ڏني شاهہ بُلڙائيءَ جون ڪافيون (سهت سهيڙ)

**عبدالقيوم صائب**

اصل نالو: عبدالقيوم

پيءُ جو نالو: نبي بخش

ڄمڻ جو سن: ٢٧هين جُولاءِ ١٩٢٧ع

ڄمڻ جو هنڌ: حيدرآباد

صنف: ناول، تحقيق، تنقيد ۽ شاعري

ڪتاب: حافظ شيرازيءَ جي پنجاهہ غزلن جو ترجمو ۽ سمجهاڻي (شاعري)

ڏُکندو ڏُور ٿئي (شاعري)

ڪنوَل ڪٽوريون (ترتيب، شاعري)

بهار ادب (ترتيب، ڪهاڻيون)

ڦوڳ ڦُلاريا (ترتيب، ڪهاڻيون)

پيرن سنڌيون پاٽيون (ترتيب، ڪهاڻيون)

وَڻڪار (سهيڙ)

پاڪستان جي تاريخ

فتُوحاتِ بابر

ڪُوماڻو ڪنوَل (ناول)

## عبدالڪريم گدائي

اصل نالو: عبدالڪريم

پيءُ جو نالو: بجار خان لاشاري

ڄمڻ جو سن: ١٩٠١ع

ڄمڻ جو هنڌ: جيڪب آباد

مرتئي جو سن: ١٩٧٨ع

صنف: شاعري ۽ تاريخ

ڪتاب: ساڻيهہ جا سُور (شاعري)

پڪڙا ۽ پنهوار (شاعري)

پيماني تي پيمانو (شاعري)

خان ڳڙهہ ڪان جيڪب آباد تائين (تاريخ)

## عنايت حُسين لغاري

اصلي نالو: ڊاڪٽر عنايت حُسين لغاري

والد جو نالو: مولا بخش لغاري

ڄمڻ جي تاريخ: ١٦هين جنوري ١٩٦٧ع

ڄمڻ جو هنڌ: ڳوٺ دودو خان لغاري

صنف: مقالا، مضمون، ترجمو، ترتيب ۽ تحقيق

ڪتاب: ڪارونجهر تحقيقي جرنل (ايڊيٽر)

آسان علاج (ترجمو)

پاڪستاني ادب ۾ امن ۽ محبت جو پيغام (مقالو)

پاڪستان جي ريگستاني علائقن جو ادبي جائزو (مقالو)

سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقي (تحقيقي جائزو)

سنڌي ادب جي ترقيءَ ۾ صحافت جو ڪردار (مقالو)

موجُوده دور ۾ پاڪستان جي صُوفي شاعرن جي ڪلام جي اهميت (مقالو)

مُختلف علمي ۽ ادبي موضوعن تي ڪانفرنسون ڪرائڻ

**عابده گهانگهرو**

اصلي نالو: عابده پروين

ڌيءُ: محمد هاشم گهانگهرو

ڄمڻ جي تاريخ: ٢۴هين نومبر ١٩٦٩ع

ڄمڻ جو هنڌ: محراب پور

صنف: شاعري، مضمُون، مقالا، تحقيق، ٻاراڻو ادب

ڪتاب: تخليق جو آنت (ڪهاڻيون)

ماريا، ميز ۽ لائبريري (ٻاراڻيون ڪهاڻيون)

شيخ اياز صدين جو سرجڻهار (تحقيق)

سُکن واري سَڌ (مضمُون ۽ مقالا)

سنڌي ٻوليءَ تي عربيءَ جو اثر (تحقيق)

**عبدالڪريم سنديلو**

اصلي نالو: ڊاڪٽر عبد الڪريم

والد جو نالو: محراب خان سنديلو

ڄمڻ جي تاريخ: ١٩١٩ع

وفات جي تاريخ: ١٩٩٠ع

صنف: تحقيق، لوڪ ادب، تاريخ، لُغت نويسي

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب: | لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو | (تحقيق) |
| | سنڌ جو سينگار | (لوڪ ادب) |
| | ڏهس نامو | (لوڪ ادب) |
| | ڀاڪن جي پاڙ | (لوڪ ادب) |
| | سچل لُغات | (لُغت) |
| | اصطلاحن جي اصليت | (لُغت) |
| | تحقيق لُغات سنڌي | (لُغت) |
| | تاريخ سنڌ | |
| | رهبر ڪوهستان | |
| | اسلامي تاريخ | |

## غ

**غُلام علي الانا**

اصلي نالو: ڊاڪٽر خواجا غُلام علي

والد جو نالو: الانا رحيم

ڄمڻ جي تاريخ: ١٥هين مارچ ١٩٣٠ع

ڄمڻ جو هنڌ: ٺٽو

صنف: افسانو، ناول، تاريخ، تحقيق، تنقيد ۽ لسانيات

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب | چور | (ڪهاڻيون) |
| سنڌي چُونڊ افسانا | | |
| علمي آئينو | | |
| لاش | | (ناول) |

سنڌي نثر جي تاريخ

لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ

سنڌي ٻوليءَ ۾ عربيءَ جو عنصر

سنڌي صوتيات

سنڌي صُورت خطي

سنڌي ٻوليءَ جو بُڻ بنياد

## غُلام محمد گرامي

| | |
|---|---|
| اصلي نالو: | مولانا غُلام محمد |
| والد جو نالو: | جاڙو خان لغاري |
| ڄمڻ جو سن: | ١٩٢٠ع |
| وفات جو سن: | ١٩٧٦ع |
| ڄمڻ جو هنڌ: | دادو |
| صنف: | تحقيق، تنقيد |

ڪتاب

| | |
|---|---|
| ڪلامِ بُل بُل | (شاعري) |
| ديوانِ بُل بُل | (ترتيب، تنقيد) |
| ادبي اُهڃاڻ | (تنقيد) |
| ويا سي وينجهار | (سوانحي خاڪا) |
| الله جو وجُود | (مذهبيات) |
| اسان جو پيارو دين | (مذهبيات) |
| مُسلمان ۽ تعليم | (مُرتب) |

